# مهاڳ.

اسان جي ٻوليءَ ۾ شعر جهجهو سوادي، ۽ سيني جي دل وٺان آهي. ٻر نثر ۾ نه پڪائي ۽ نه پختائي آهي، نڪي نثر کي عام ۾ قبوليت آهي. سنڌي شاعر کو ڳوليو لڀندو جنهن ۾ ذات پات جو ڀيد هجي يا جنهنجي امرت رس مان ڀڳل دليون نهي راس نه ٿينديون هجن. گذري ويل شاعرن ۾ ته نه ڪا آهي هندڪي نه مسلمانڪي. ڪير چوندو ته شاه يا سامي يا دلپت يا سچل ۾ ٻيائيءَ يا ڌاريائيءَ جي ٻوءِ به آهي؟ زنده سنڌي شاعرن ۾ به وير وروڌ ڪونهي. انهنجي دلين ۾ به صدق ۽ سچائي ڪوٽ ڪوٽ ڀريل آهن؛ اُنهن کي به سونهن لاءِ سڪ ۽ سڌ آهي، ۽ سيني ساهه وارن لاءِ قرب آهي. سنڌي شعر يا سنڌي شاعرن بابت ڪابه غلط فهمي ٿي نه سگهندي.

ٻر اُنهيءَ جي اُبتڙ نثر لاءِ نه ڇيتا آهي ۽ نه نثر ۾ اصليت جو ذرو آهي. ڪن جزوي ليکڪن کانسواءِ ٻيا سيئي نثر لکن تا ڇڪي تاڻي، پاڻ پنهنجي پنڊتائي ظاهر ڪرڻ لاءِ يا ڪن ڇن اوڳارڻ لاءِ. ڪجهيون ڪهاڻيون، رڏي روايتون ۽ [illegible]ڪ ترجما گهٽيئي ليندا جن ۾ خالي مغز جي ڪوٽ ڪوٽ هوندي ۽ عربي ۽

فارسي يا هندي ۽ سنسڪرت ڪوڙائن جو وسڪارو هوندو، پر اهڙا ليک يا پستڪ ڪي ڳاڻ ڳڻيا هوندا، جن ۾ ليکڪ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي پاڻ جيو هجي يا پاڻ بوليو هجي يعني پنهنجي خيالن ۽ اُمنگن، پنهنجن اڇائن ۽ سنڪلپن، پنهنجن خوابن ۽ مشاهدن جو سوليءَ، عام فهم ۽ سهڻيءَ بوليءَ ۾ ذڪر ڪيو هجي. پوءِ ڇو نه نثر لاءِ نه فقط ماڻهن ۾ قدر نه رهندو پر هميشه واد وواد هلندو ئي رهندو؟ ڪو ڪٿي ڇڳي نيت سان قلم هلائي به تڏهين به جي ٿورو ئي نالو ٿيس ته اڻ پڙهو سندس عبارت ۽ سندس ويچار ڪنهن نه ڪنهن فرقي کي ضرور رنج ڪندا. ڇو پڇو ضرور ٿيندي.

انهن حالتن هيٺ دلير انسان ئي سنڌيءَ نثر جو جامو پنهنجن ويچارن کي پهرائيندو. مسٽر گوبند ـ پاٽيه بيٺڪ مڙسي ڪئي آهي جو پنهنجي ڪاليجي جيوت جي سمي ۾ ئي **ورق** جي ورقن ۾ مختلف وشين تي پنهنجا ويچار نهايت سليس ۽ وڻندڙ بوليءَ ۾ ظاهر ڪيا آهن. اڄوڪن سنڌي نوجوانن جي دل ڪيئن ٿي ٽپا ڏئي، ۽ ڪهڙا معاملا ۽ مسئلا سندن مغز کي چوٽ ڏيئي رهيا آهن تنهنجي شاهدي هن **ورق** مان ملي سگهندي.

٢٤ جنوري ١٩٤٠. **لالسنگهه ـ اجواڻي.**

# عرض

ٻنهنجن ٻيارن مضمونن کي ڪتابي جامي ۾ ڏسي بيحد خوشي ٿي ٿئيم. آءٌ اها هام نٿو هڻان ته نثر جو اعليٰ ترين نمونو سنڌ واسين جي پيش رکيو اٿم. البت اينترو آهي، مون وٽ دل آهي، جنهن دل جي ٻلٽ دل کولي کڻي اٿم. گهڻا آزمودا منهنجا شخصي آزمودا آهن جن کي ياد ڪري ڪڏهين خوشيءَ جا ته ڪڏهين غم جا لڙڪ لاڙيندو آهيان.

ڪن کي شايد هي ورق خالي ورق ڀاسن؛ ٻـر جن دل جي دنيا ۾ ڪا گهڙي گهاري هوندي، تن لاءِ هي ورق روپا ۽ سونا ثابت ٿيندا، جن جي خوراڪ کان جي دماغ کي نه، ته دل کي فرحت ضرور ايندي.

میٺارام هاسنڊل
۱۴ جنوري ۱۹۴۰ع

**گوبند - ڀاٽيه**

# فهرست.




## شاعر جي ضرورت.

نيم ۽ پريم سرشٽيءَ جا ٻه مکيه پهلو آهن. الفت ۽ اُصول ايشور جي هن رچنا جا ٻه پختا ٿنڀا آهن. قادر جي قدرت قانون ۽ قرب تي ٺهي کڙي ٿي. اپاٽطهار جي هي اننت مايا (Great Design) محبت ۽ مقصد وهيڙي آهي. انهن ٻن مان جي کو ٻه هڪڙو حاضر نه هجي ته هوند هن ماندڙ جي هستيءَ هڪ پل لاءِ ٻه مشڪل ٿي پوي. هڪ ڦيٿو گاڏو گهلڻ آهي مشڪل.

نيم سواءِ ڪنهن به ڪم ۾ فتحيابي حاصل ڪرڻ ٻيرون شدني آهي. جڏهن خسيس هڪ راڄدانيءَ لاءِ قاعدي قانون جي ضرورت آهي تڏهين هيڏي ساري وشال برهمانڊ کي پوري ڊول ۾ رکڻ لاءِ انتظام ضرور کپي.

ساڳئي وقت جي پريم دنيا جي پردي ٿان پرلئه ڪري وجهي ته جيوت ۾ جيڪر ڪو جيئڻ مزو به نه رهي. سڀ جيو جي پريم جي پيچ ۾ پختا نه هجن ته هڪ ٻئي جو ڇڪين ماس چئي هوند ٻئي ڏينهن دنيا

کي ٿالا والا ڪري ڇڏين. هيءَ مايا اهڙن لکن ڪروڙن مثالن جو مجموع آهي جنهن پر ٻنهي پريت جا گڏيل پرماڻ ملندا.

قدرت جو ڪتاب جيتوڻيڪ آهي وسيع، ۽ انساني سمجهه کان ٻاهر، تڏهن به قادر، اهڙو ڪجهه نه آهي، جو لڪايو هجي. جيڪڏهين کو گهرائيءَ ۾ ٽٻي ڏيئي تورو غور سان جاچيندو ته کيس جهرڻي جي جهيڻي وهڪ اعليٰ درجي جو سنگيت معلوم ٿيندي. مهراڻ جي موجن ۾ گجگوڙ جي گونجنا کيس معنيٰ واري ڀاسندي. چنڊ جي چانڊنيءَ ۾ هو ماه لقا محبوب جو مشاهدو ماڻي تو سگهي. گلن جي سرهاڻ سگهند مان انيوي، انسان سهڻي سائينءَ جي حسن جو هڳاءُ تو وٺي.

انسان کي ايشور اهڙا حواس سونپيا آهن جن وسيلي جي هو چاهي، ته هن بي ڪنار ڪائنات جي ڪيترن پڙدن تي نظر ڦيرائي سگهي ٿو. دل آشيانو آهي الفت جو. دماغ آهي دليل لاءِ. انسان جي ٻنهي اندريون پوريءَ ريت استعمال ڪريون ته ڪيتريون ڳالهيون اسانجي اچرج جو ڪارڻ ٿينديون. قانون جاڻڻ لاءِ دماغ دليل وسيلي گهڻو ڪي پرائي سگهي ٿو. پر تيز فهم ۽ تيز دماغ انسان کي مڪمل ماڻهو ڇئي نٿو سگهجي. دل آهي محبتي مام کي پائڻ جو اوزار. دماغ سان

گذر جي دل درست نه آهي ته خشڪ خيال کهڙي
فائدي جو. اهو اهڙو ٿيندو جهڙو خوشبو خالي گل.
اتي اچي شاعر جي هستيءَ جو سمورو راز کلي ٿو.
ذهن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪئين رستا آهن. گهڻائي
طريقا آهن جن وسيلي انسان دماغي ڪماليت حاصل
ڪري سگهي ٿو. پر دل آهي نازڪ پاون سان پرپور.
ماڻهو سڪولن ڪاليجن ۾ رهي، وگيانڪ وارتائون پڙهي،
ڪتابن جو ابياس ڪري پنهنجي محنت ۽ متاڪت
سان عقلمند ٿي سگهي ٿو. پر دل کي دل بنائڻ لاءِ
ذرا ڪنهن ٻيءَ چيز جي ضرورت آهي. دل کي
چورڻ جو ڏانو، جهڙو ايشور شاعر کي عطا ڪيو آهي،
اهڙو ڪنهن ٻئي ۾ ملڻ مشڪل ٿيندو. البت اهڙو
آهي ته ٻيا به ڪي مثلاً نقاش ۽ ڪاريگر آهن، جي
انساني دل تي اثر ڇمائي سگهن ٿا. پر سندن اُلو دل
جي اندرين تهه تي پهچڻ کان اڳ ئي گل ٿيو وڃي.
ڪٿي جي قسمت سانگي اها آگ اندر وڃي به ٿي
تڏهين به هٿي هند نئي ڪري. ليڪن شاعر جي
چٽنگ ۾ اها چوڇڙي آهي، جا حال في الحال ته ڪهڙي
به پٿر دل کي رجائي رکندي. هردو پل ڪهڙو به نوت
چواڻ هجي، پر جي هڪ وار شاعر جي ور چڙهي ويو
ته بي ساخته پنهنجو وجود وساري وهندو.

جا دل احساس کان الڳ آهي تنهنکي دل پلا سڏي ڪين سگهبو. گل نه هجي نه گلستان ڪيئن نهي. پکوان جي مورتيءَ بنا مندر ۾ موج ڪهڙي؟ ٺيڪ طرح جي دل ارواح کان آجي هوندي تہ ڪم ڪهڙي جي. مصوّر نقشو تيار ڪري ٿو پنهنجي دماغ سان ۽ رنگ ڏئي ٿو دل وٺان. چترڪار جي رنگن جي راند نہ رهي تہ چتر وٺندو ئي ڪو نہ. چقمق لوه ۾ بہ جان وجهيو ڇڏي. شاعر مثل دل ۾ روح ٿو ڦوڪي. سنل دل کي ساوڏان ڪرڻ ڪويءَ جو ئي ڪم آه. جا دل هڪوار ڇُري تہ ڇڙهي. اڏامڻ سان ئي عرش تي پهچي سگهبو. مٽيءَ ۾ حرڪت ۽ حوصلي آڻڻ جو شرف شاعر کي ئي نصيب آهي. شاعر نہ هجي تہ هوند دنيا ۾ اها رنگت نہ رهي. جهوپڙيءَ کي محلن کان وڌ درجو شاعر جي بدولت ئي مليو ٿو. ڪهڙي بہ ادني ۽ ادنيٰ چيز ڇو نہ هجي؛ پر جي شاعر پنهنجيءَ ٿي ٻوي تہ ڪندن کي بہ گلن جهڙو پوش ٿو پهرائي سگهي. خود ايتري چوڻ ۾ بہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ گلشن ۾ گلزاري تڏهين کان آئي جڏهن شاعر: سندس صفت ساراه ۾ گيت چوڻ شروع ڪيا. بهار ۾ هوند اها بهاري نہ پاسي، جيڪڏهين شاعر پنهنجي شوق دل جو اظهار نہ ڪري. شاعر نہ هجي تہ شايد بهاري اچڻ ئي ڪين پاسي. گل

جيڪر ايرڻ ڪان پڙ ڪيدي بيهن. درياءَ جي زواني شايد روڪجي وڃي. سهائي راتڙي شايد هار سينگار ڪرڻ ئي ڇڏي ڏئي. ثنا خوان نه هوندو ته سونهن سڪڻي رهجي ويندي.

قدرت جو ڪتاب ڪو بند خزانو ڪونهي. ان ڪتاب جا ورق هميشه وچڙيل رهن ٿا. ڪو به ڪنهن به وقت، جنهن وقت چاهي املهه خزاني کي لٽي سگهي ٿو. ڪا به روڪ ٽوڪ ڪانهي. فقط دل کپي.........

مست دل کپي...... ديواني دل کپي. من ۾ محويت کپي. محبت واري. اسان وٽ اها دل ڪانهي جا ڪوٽ شاعر پري ٿو.

ساري سرشتي اڄ سوارٿ سان ستي پيئي آهه. هر ڪو پيو پنهنجي مطلب تي مري- هر ڪو پنهنجي پدارٿ لاءِ پيو پاڻ پٽوڙي- پر شاعر ويچارو پراپڪاري ڪو آنند جو آستان ڳولي لهيئي مس، ته وتي ٻين کي دعوتون ڏيندو. اڪيلو آنند لٽڻ ڪيس وڻيئي ڪونه. پاڻ ڏسي ٻين کي ڏيکارڻ ته ڪو هن کان سکي. هو ڪروڙن قدرتي خزانن جو خاوند آهي؛ پر خود غرضيءَ کان آجو. پورهيو پاڻ ڪري پر پنهنجي ٻلو ۾ رتي به نه رکي. شاعر لاءِ ڪجهه به عام يا خاص ڪونهي. جيڪي لهندو سو رکندو عام اڳيان. سيني جي سڪ

۾ هو پنهنجو سک تو سمجهي. برادريءَ ۽ پاڙ جو نا تو
ڪيئن نباهجي اهو شاعر ئي ڄاڻي ٿو. ٻين جي دک
۾ دکي ٿيڻ سندس پرم ڌرم آهي. آگر ڏکي تي پر
روئي اک ٿي. پير مڙي ته به آنسن وهائڻ لاءِ اک
تيار. دک رسي دل کي ته لڙڪ لاڙي اک. مطلب
ته جسم جي ڪنهن به ڀاڱي کي جي ڪو ذرو به زخم
تو رسي ته همدرديءَ لاءِ اک هڪي حاضر رهي ٿي.
نيڪ طرح قوم جي ڪريل حال تي ڳوڙها شاعر ئي ٿو
ڳاڙي. همدردي هلي ئي وڃانس. هو قربانيءَ جو
ڪوڏيو، انسانيت جو مجسم آهي. شاعر نه هجي ته
غريبن سان غمگساري ڪير ڪري؟ پورهيتن کي پابوه
ڏيڻ وارو ڪير رهندو؟ ڀڳل دل تي مرهم ملم ڪير
رکندو؟ جهڙس روحاني طبيب صفح هستيءَ تي بيو
ڪونهي. سندس سُتي مريض دل لاءِ يڪ نُڪ علاج
آهي. شاعر هن دنيوي ريگستان ۾ هڪ جهرڻي مثل
آهي. جئن جهرڻو اڃايل ڪاروان جي آس ٻجهائي ڪيس
نئين تراوت بخشيندو آهي؛ تيئن شاعر به تنگ آيل
انسان جي دل ۾ اميد جي جوت جڳائي جيوت جي
نئين آس تو اڀاري.

شاعر تي ڪنهن خاص علقي جي محبت نٿي هلي.
شاعر سڄي دنيا جي شخصيت آهي. هو جڳ لاءِ جيئي

۽ جڳ لاءِ ئي مري ٿو. شاعر نه هجي ته هوند دنيا
جي ڪا به سهپڻتا ثابت نه رهي سگهي. اهل وطن ڪي
اٿارڻ وارو آهي شاعر.

بيانيءَ جي بندن کان هو بلڪل ئي آجو رهي ٿو.
هو ايشور روپ آهي. سڀ ۾ هو پنهنجي پروردگار جو
پرتوو ڏسو پسي. ويو وروڌ ايرڪا سان سندس بوڻي
ڪانه. هو پياسي آهي پريت جو. هو قيدي آهي قرب
جي قفس ۾.

شاعر گڻن جي کاڻ آهه. مصري جنان چڪ اُتان مني.
شاعر به جتان ڏس اتان هر چڱائيءَ جي چوٽيءَ تي نظر
ايندو. هو هر پهلوءَ کان پڪو ۽ پورن آهي. قلم سندس
قيمت ڪٽڻ لاءِ ڪافي اوزار ڪونهي. اهڙيءَ آتما جي
دنيا کي هر وقت پٽي ضرورت رهي آهي ۽ رهندي.
پر اج خاص طور، جڏهن تمام دنيا جو احساس لالچ جي
اثر هيٺ دبيل رهي ٿو، تڏهين اهڙو مزاج جيترو گهڻو
اوترو ٿورو. اج ڪالهه جي خونخوار منور تيءَ کي روڪڻ
لاءِ شاعرانو مزاج ڪافي هٿيار ٿيندو. موجوده زماني
کي شاعر جي گهڻي ۾ گهڻي ضرورت آهه.

## ڏيباچو.

امتحان جا ڏينهن ها. اسر جو اٿيو هوس پڙهڻ
لاءِ. رات جو سمهيو به دير سان هوس. هند ڇڏيندي
دل ئي ڪانه ٿي ٿي. پر پڙهڻو ته ضرور هو. همت منهن
ڊوڙي ويئس. ٻه صفحا به ڪين پڙهيم. ڪن تي
سريلو پر لاءُ پيو. سمو ساڻيڪو. امتحان جا ڏينهن.
من اڳيئي منجهيل. سو ههڙين خشڪ گهڙين ۾ راڳ
خاص راحت ٿي ڏني. اٿي ڪُڇي ويس. ايتري سمڪ
نه پيئي ته اٿي ليٽو پائي ڏسان ته ڪير ٿو ڳائي. آواز
۾ واه جو تاثير هو. تاثير ان ڪري جو آواز دل مان
ٿي نڪتو. هٿي مڙيوئي ڪنهن سڙيل دل جي صدا.

”شيتل ٻون هيءَ اسڪو پريم ڪي جوالا.“

مون تي عجيب ڦيرو اچي ويو. امتحان جا خيال
نُڪتي پيا. من اڳيئي منهنجو ڇريو. مون ڄڃيو راڳ به
اهو آهه. راڳ، سچ آهي آواز به دل جو ته ڪاج به دل
جو. سنگيت لاءِ شوق ننڍي ڪان هئم. گويا گهڻا ٻڌا
اٿم. پر موکي مزو انهن مان اچي جن کي دل هجي.
ان دل ۾ درد هجي. ٻوءِ ان ماڻهوءَ جو ساهه به سنتار
آهي. راڳ بيشڪ روح جي راحت آهي. شراب ۾ نشو

آه - راڳ ۾ مدهوشي آهي. شراب حواس تي قبضو ڪري ڇڏي ٿو. پر خوش آواز دل کي قيد ڪري ٿو ڇڏي. ڀٽائي جو راڳ پڙهي راءِ ڏياچ ڪان ڪري ويو:-

"ڏهسر جيان ڏهه سيسون ڏهه ئي هوند ڏيان.

ڏڙ مٿي سر هيڪڙو ڏينديءَ لڄ مران."

مرليءَ جو آواز ٻڌي نانگ جهولي - عجيب ڪو

ڇٽيو. اهو سچ آهي - راڳ کي پنهنجي دنيا آهي. ڪٿي

به هجي - ايا ڪو غم ۾، خوشيءَ ۾، راڳ جي سٽ ڪتي

دکن ئي دور. جنگ جو ميدان هجي - ٻنهي طرفن تي

لشڪر بيٺا هجن - سپاهيءَ جي دل ۾ جوش نه ايندو

جيسين ساز نه وڄندا -

پڳتي ڪر. رام تو ائين ريجهي. جيستائين راڳ نه

هجي. پريتم پنهنجو تڏهين تئي جڏهين تن تنبور جيان

پيو وڄي.

راڳ آهي دل جي دوا - انسان به آهي دل سان.

دل خوش ته دنيا خوش. راڳ جو صحت تي گهاٽو اثر

ٿو ٿئي. جنهن وقت راڳ آهي ان وقت ياڳ آهي. راڳ

۾ ساز آهي ان ساز ۾ راز آهي. دکي دل جو ليايو ڪير

ٿو ڪڍي؟ راڳ. بيشڪ:

"موج دنيا جي سمايل راڳ ۾،

بهشت جي ڪنجي 'دکايل' راڳ ۾."

# گهرجون.

هڪ گهرج پوري مس ٿي ٿئي تہ ٻي اڀري پئي آهي. هڪ جي پورائي ٿي نہ آهي تہ ٻي اڀري پيش ڪري ڪڙي ٿيندي. مطلب تہ جيترو مٿو مار اوترو سٺ وڃي منجهندو. اڄ اسان خواهشن جي گهوڙي کي گهرجن جي ميدان ۾ ايترو تہ ڇوٽ ڇڏي ڏنو آهي جو واڳ جهلڻ ئي مشڪل ٿي پيئي آهي. رُڄ کي پاڻي جاڻي، اسان سمجهون ٿا تہ اڃهو ٿي اسانجي اُڃ تريت ٿئي، پر نٿي رڄ ڪٿي نٿي اُڃ لهي.

جبل پريان ڪهڙو نہ ويجهو نظر ايندو آهي. پر مفاصلہ جو صحيح اندازو پند ڪرڻ سان ئي پوندو آهي. ٺيڪ طرح گهرج بہ ٻاهرين معمولي پيئي محسوس ڪجي. پر حقيقت ۾ اها سڪتي سڌ آهي اهڙي جو اگر وڃهہ نہ مرڳوئي جند اڙجيو وڃي. هڪوار ڪو ڦاسي سهين، پوءِ ڇٽڻ اٿس ڀاڳن تي.

اها خرابي ڪا اڄ ڪلهہ ڪا نہ پيدا ٿي آهي. آهي

ورق

آڌ ڪان - پر هاڻي حد ڪٽي اٿس. اڳي ڪي ٻاڳا مڙيئي
ٻچيل هوندا ها. گهڻا نه ته ڪي ضرور ها، جي هن
گهرجن جي گهاٽي ڪان آزاد ها. پر هاڻ ته هر ڪو پيو
ان ڇڪيءَ ۾ پاڻ پيسائي. پر جيڪي ڪيس ڪيو آهه
سو رڳو سڄيءَ هوس - ريس ۽ رولو مچايو آهه. پر هوس
ته هٽي سيني جا اوسان ئي خطا ڪري ڇڏيا آهن.
پرائي ماڙي ڪو ڏسي سهين، ٻاقي ٻوءِ پنهنجي پونگيءَ
پچندي ويرم ئي ڪو نه وجهندو.

اسانجا افعال بد ۽ حق تي ٿيا آهن. بابا جن کي
هوندا تنگ پرڻا، پوءِ اُهي اُلٽا رستا اختيار ڪيئن نه
ڪندا. اڄ جيڏانهن نهار اوڏانهن لالچ جي بازار گرم آهه.
ماڻهو ڏس ته جيري لاءِ پيا ٻڪري کهندا. اسانجو
ته سوارٿ سڌ ٿئي پوءِ مڙدو نرڳ وڃي يا سرڳ، اُن
۾ اسانجو ڇا. اها وڃي رهي آهه اڄ ڪلهه جي سڌريل
دنيا جي سڀيتا. گهرجن اصل اهڙو ته انڌو ڪري ڇڏيو
آهي جو چڱي مني جي ڄاڻ ئي نٿي پوي. ڪي وري
ڪوڙ پاپ ڪري چوندا "سائين ڇا ڪريون - مڙيئي
مهل کي ته منهن ڏيڻو آهه." تڏهين ته وڏڙا ويچارا
چوندا ها، "توري ڪٽيي گهڻي برڪت." اڳيان ويچارا،
رهندا سو سادي جيوت ها، ٻاقي جياپيءَ جو سچو مزو
جو اُنهن ماڻهو اُنجو اسان ڪڏهين واس ۽ نه ورتو هوندو.

اسانکي ڏس ته خوابن ۾ به پيا خواهشن جا خيال ايندا. "دل جي شانتي"، اهي اسان لاءِ جڳ ۾ معنيٰ اکر آهن. سچو آنند اسان ڪڏهين ڏٺو ئي ڪونهي. مزو ٿوڙ مان ملندو. سچو ڏينهن پيو خواهشن پٺيان ڊوڙبو پوءِ سنتوش ملندو ڪٿان؟ گهرج جيترو گهٽ اوترو حياتي مزي واري. سادگيءَ ۾ ئي سڪون آهي. ٿوري ۾ راضي رهڻ سان ئي روح کي راحت ٿي ملي. باقي گهرجون، اهي ڪي پوريون ٿيڻ جون آهن.

# رستي تي.

ٽنهن ڏينهن بندر روڊ تان گهمندو ٿي ويس.
ڏسان ته هڪ نينگر، هٿ ۾ هٿس هٿ، ويو ٿي وچ
رستي تان لڏندو لمندو. اها ڪل ڪانه ٿي پيس ته
آمدرفت ۾ ڪيڏو اٽڪاءُ ٿي وڌائين.

مون ويجهو وڃي چيس، "دادا، جيڪر پاسي
کان ٿي هلو ته هوند آمدرفت کهڙي نه سولي ۽
سلامتي پري ٿئي." بس منهنجو ايترو چوڻ ۽ ٽڙس
جو ڳاڙهو ٿيڻ. اصل ٽپي لوهه ٿي ويو. منهن ۾ گهنڊ
وجهي چيائين، "ڙي ههڙا تهڙا، تون ڪير جو مونتي
حڪم هلائين، مان آزاد آهيان. جيئن وڻندو تيئن
هلندس. جتان وڻندو اُتان هلندس." مون صبر ۽
نهر سان وراڻيو، "سائين ايترو غصي جو ڪا ٿيو؟ اوهين
برابر آزاد آهيو. پر جي موٽر وارو اوهان تي موٽر چاڙهي
ويو ته هو به آزاد آهي." ديوان جا پير پرا ٿي ويا.
صاحب بهادر جي گرمي جهڪي ٿي. ٿڪو ڏاڍو
ٿيو. پر ڪچيائين ڪين. سانت ڪري ٽڪڙو ٽڪڙو

هلبو ويو. ڏنم ته ويهن پنجويهن قدمن کان پوءِ طرف
مٽائي پنهنجو ورتائين. مون جيو شڪتر آهه.

هي ته هڪڙو مثال آهه. اڄ ڪلهه ڏسبو ته سڀڪو
آزاديءَ جو اُبتو ارٿ پيو ڪڍي. ماڻهو سمجهن ٿا ته
آزادي معنيٰ ڇوٽ ڇيگرائي. گانڌيءَ سوراج جو نعرو
سو ڪڙو ڪيو آهه، باقي ماڻهن کي ڄڻ پڌڪو اچي
ويو آهه. ڪٿي ڪجهه ڇوين ته ڦه پڇه ڇوندا، "اسين
آزاد آهيون. جيئن ٽندو تيئن هلنداسون."

اهو برابر آهي. هرڪو مرضيءَ جو مالڪ آهه.
جنهنکي جيئن وڻي تيئن هلي. پر آزاديءَ جي معنيٰ
بي جوابداري ڪانهي. سوراج ستڌ تڏهين ٿيندو جڏهين
اسين ڪنهن نيم ٽيم جي پوئواري ڪنداسين. تنهن
۾ بس جي شخصي آزاديءَ جو ڪجهه حصو گوري
سڄي پنگت جي آزاديءَ برقرار رکڻ لاءِ نه ڏنو ويو
ته ڏاڍو وڳوڙ ٿي پوندو.

فرض ڪريو. اوهان کي اڌ رات جو اچي ٿو الهام
ٿئي ۽ اوهين باجو ڪٽي وهو ٿا وڄائڻ. جي گهر ۾
ائين ڪندا ته ضرور پاڙيسرين جي ننڊ ڦٽائيندا. پر
جي اوهين شهر کان ٻاهر نڪري ڪنهن اڪيلي استان
تي ائين ڪندا ته اوهانسي ميار ڪانهي. هاڻي اها
آهي آزادي. اوهين جي ڏاڙهي ڪوڙايو يا رکايو اُن ۾

کو منهنجو پراوجن کونهي. اوهين پنهنجي پاڻ با ذوتي، اُن لاءِ مالڪ آهيو. اوهين ڪٿي اُٺا تي هلو ته اوهين به خود مختار آهيو. پر جي اوهين وچ رستي تان هلندا ته ضرور پنهنجي ڏانهن جوابدار ٿيندا. هونءَ به هن وقت ڏسو ته سڀڪو سوراج پيو ڪري. پر اها خبر ڪانهين ته آزاديءَ جي معنيٰ ڇا آهي.

ڪراچيءَ کان چڙهيو هوس؛ حيدرآباد وڃڻو هئم. گاڏيءَ ۾ هڪڙا به ديوان وينا ها. چڙهڻ سان بحث شروع ڪيائون جو پهاڙيءَ تائين چالو رهيو. ڳالهه پولهه تي ڪيائون اُن لاءِ مونکي اعتراض ڪو نه هو. پر رڙيون ايڏيون ٿي ڪيائون جو سڄو گاڏو ڪٿي مٿي تي کنيائون؛ مان پيو هر هر ڏسان ته من ائين چپ ڪن. پر هنن يارن سمجهيو ته هي اسانجي هلت کي ساراهي ٿو. خير جڏهين ائين به ڪارج سڌ نه ٿيو، تڏهين کين چيم، "سائين ذرا آهستي ڳالهايو ته چڱو." ڪاوڙجي پنهي چيو، "اسان به پيسا خرچيا آهن. ڪو مفت ۾ ڪو نه چڙهيا آهيون." مون ڪٿي مانَ ڪئي. چيم اڙهيل بيوقوفن سان ڪير ڳالهائي.

جڏهين انهن ڳالهين تي غور ڪندو آهيان، تڏهين دل ئي دل ۾ چوندو آهيان ته جي سگهوئي ماڻهن پاڻ نه سڌيا يو ۽ پنهنجو فرض محسوس نه ڪيو ته آزادي هڪڙو خواب رهجي ويندي.

# وساري چنڊ.

وساري چنڊ آهي خوشگوار گهڙيون. اهو برابر آهي،
اڄ تون رنگ محلن ۾ رهندو هئين، سيجن پلنگن تي
سمهندو هئين. ايراني غاليچا تنهنجي شيشمحل جي سيجن
جي سونهن هوندا هئا. مخمل ۽ سلمي ۽ ستارن جي
پوش وارين چادرن تي تون ليٽندو هئين. پر اڄ......
اڄ توکي اهو زمين جو ٽڪرو ڪنوارو جهونپڙي نون گهڙي
اڌ بسرام ڪرڻ. تنهنجي هميشه وارا اشيالا ليتر اڄ فڪر
کان قائل رهن ٿا. تنهنجو چهرو چهرو اڄ ڪومائجي
ويو آهي. ڀر ڳڻتي جاجي؟ دک جا لاءِ ڇو ڪرڻ؟
رڳو وساري چنڊ اڳيان ڏينهن، پوءِ سڀ سک آهي. پلائڻ
۾ ئي پلو آهي. مصيبتن جو مشاهدو مرد ئي ماڻيندا
آهن. تنهنڪري وساري چنڊ آهي رنگ برنگي محل.
پلائي چنڊ آهي مهٽيون سيجون.

اڄ تون گهمندو هئين ته تنهنجي کيسن ۾ ڳنڍين ۽
رپين جا ڪڙڪا ٿيندا هئا. پر هاڻ تو وٽ ٽامي جي
هڪ پائي به ڪانهي جو پگڙا وٺي بکايل پيٽ کي آٿت
ڏين. اڳ طرح طرح جا طعام ڪنا تي ويندا هئا پر

ڪانڻ وارو ڪو نہ هو. مکڻ هو تہ ڏند ڪو نہ هئا. تڏهين
بہ الڪو ڇا جو؟ ياد ڪر. دنيا آهي، سڀ بہ پاڇا.
مڙس ڪڏهين ٻڙيءَ ۾ ڪڏهين پاڪر ۾. اُن لاءِ
ارمان ڪرڻ اجايو ٿيندو. جي هيننر رات آهي تہ صبح
بہ اوس ايندو. اڄ دک آهي تہ سياڻي سک ايندا. گهٻراءِ
نہ. دل نہ لوڙهہ. رڳو وساري ڇڏ. دل جي ٻنيءَ تان
اُهي منوهر نظارا ميساري ڇڏ. پوءِ آنند آهي.

اڳ تو وٽ دوستن جا ميڙ وينا هوندا ها. تـون
لنگهندو هئين تہ هزارن همت عجز و نياز لاءِ اُٿندا هئا.
اڳي هرڪو توسان دوستيءَ جو دم هڻندو هو. پر اڄ
تنهنجو ڪو بہ همراز ڪونهي. اڄ جتان تنهنجو گذر ٿو
ٿئي اُتان ”اهو، اهو“ جا آواز پيا اچن. اڄ اُهو هڪ
بہ نہ رهيو آهہ جو تنهنجي غمگساري ڪري. هيننر
تنهنجو ڪو بہ ڪونهي. تڏهين بہ ارمان ڇو ڪا نجي؟
ڇا توکي سڌ نہ آهي تہ هرڪو مطلب جو آهہ. جي چار
ڏوڪڙ آهن تہ سڙ سلاميءَ ڪرئي جو ڪونهي. تون
فقط اينترو ياد ڪر. ٻيو سڀ وساري ڇڏ.

اڄ تون پاڻکي دکي ٿو سمجهين. ڇاکاڻ تہ تنهنجي
دل تي ماضيءَ جي ياد اڃا تازي آهي. پر جان ئي
ماضي ميساري حال جو حوالي ٿئين تہ سيڪجهہ آسان
ٿي پوندو. پوءِ ڪا بہ مصيبت نہ رهندي. اُن ڪري تہ
چوان ٿو. ڀلائي ڇڏ. اُهي گذريل ڪهاڻيون وساري ڇڏ.

## تصوير.

جدائيءَ کان تنگ اچي، چيم ڇو نه تصوير ڇاپي رکانس. وڇوڙو ماري ٿو وجهي. سو خيال ڪيم ته سندس مورتي بنائي ويهي اُنجي پوڄا ڪندس. پاڻ ڪيڏيون نه ٿو ڏاڍايون ڪري. مان التجا ڪريان ته ڪنائي ئي ڪين. نيٺ مٿو ماريندي اها رٿ ڳولهي ڪڍيم- دل ۾ چيم هڪوار ڇاپ ڇاپي سو ونان، پوءِ نه اچي ته نه اچي. مان به بي پرواهه ٿي ويهندس. مر ته، ٽڪ مان ور لهيس. پوءِ پٺتو پوندس.

آخر هڪ ڏينهن سٺن رنگن جون ست وٽيون ناهي برش وغيره تيار ڪري رکيم. سفيد اُچي ڪپڙي ٽڪر تي وينس چٽ چٽڻ. پهريون رنگ کنيم گلابي. چيم ڳلن لاءِ اهو ئي نهندو. هلڪي لالاڻ سندس ڳلن جي گلابي رنگ سان مشابهت بيشڪ رکندي. پر دل چيو اُها لالي ڪٿي! ڪٿي هيءَ ڦڪي ڳاڙهاڻ. اڳتي وڌيس. ڪارو رنگ، مون چيو سندس وارن سان واهه جو ميل کائيندو. پر اُها سياهي ڪهڙي نه مزي واري!

اُن ڪارڻ ڏانهن نظر ڦيراءِ ته دل کي راحت پهچي ها،
پر هيڏانهن هيءَ اونداهي ڪوٺڙي ته پيانڪ، جهڙي
ڏسندي دل دهلجيو وڃي. ڪارو رنگ به ڪنهن ڪم
جو نڪتو. وڌيڪ ڳاڙهي رنگ تي. سندس لبن تي
جا لالاڻ آهه اُنجي سڪ مون سمجهيو ته هيءَ سرخي
چٽ پوري ڪندي. پر دل چيو اُنهن چپن ۾ جا تازگي
آهه اُها ته هن اودي رنگ ۾ آهي ئي ڪا نه. خار مان
اُها وٺي به ڪٿي ڦٽي ڪيم. اهڙي طرح هڪ هڪ ڪري
سڀ رنگ آزمايم. پر آس پوري نه ٿي. مون چيو
تصوير ڪڍڻ مشڪل آهه.

تڏهين وري وچي هن اڳيان باڏايان؟ جواب آيو
بس ان مشڪل مسئلي لاءِ اهوئي هڪ حل آهه.

”ليلائي جتي نه لهين، وري ليلائيج،
آسر ۾ لاهيج، سڄڻ ٻاجهيندڙ گهڻو.“

اتيئي ٻيو خيال آيو:-

”نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوس جو.“

ڪٿي تصوير ڪڍي به سگهجي. تڏهين به دلبر جو
دل ۾، تنهن کي ڪڍي ٻاهر ڇو ڪجي؟ ائين ڪرڻ
سان ٿيندو پاڻ ويجهي کي دور ڪرڻو.

تصوير، مون چيو تصوير مون لاءِ ڪا نه ٿيندي.
اصليءَ کي جڏهن نقلي، سان ڏيندهن لائق آهي ياڪي
نڪرڻ.

# حسن.

شاعر مزاج دوستن جي محفل ۾ وينو هوس. سخن سازيءَ ۽ بيت بازيءَ جو دورو چالو هو. هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي نموني مجلس لاءِ وندر ميسر ٿي ڪئي. ڳالهين ڪندي هڪڙي دوست خواهش ڏيکاري تہ حاضرين مان هرڪو حسن جي لفظي تصوير چٽي. چنانچہ شروع ٿي. واري سان سڀني پنهنجي سمجهہ آهر، سونهن جا نرالا نرالا نقشا پيش ڪيا.

ڪنهن محبوب جي لال رخسار کي سونهن سڏيو. ڪنهن يار جي نرگسي نيڻن کي حسن جو ڳجهہ ڪوٺيو. ڪنهن پنهنجي پريتما جي چيلهہ تائين لٽڪندڙ واسينگ وارن کي سوڀيا جي سماڌ نهاريو. ڪنهن چنڊ جي سيتل روشنيءَ کي نزاڪت جو ڳهڻو ڳڻيو. ڪنهن وري بهار جي بهاريءَ کي 'سونهن جو سر' تسليم ڪيو. مطلب تہ گهڻايو ڪنهن ڪونہ. هر ڪنهن دل کولي خوبصورتيءَ کي پنهنجا رنگ ڏنا. سڀني سونهن جي درگاهہ تي پنهنجو نذرانو عرض رکيو. پر ٻهاڙيءَ

۾ هڪ دوست حسن تي جا آڪاڻي پڌائي، تنهن سڀني کان سرس سواد ڏنو. محفل اُن سوپيا - ديويءَ جو تصور ڪندي جهومي جهوليو ٿي. بي اختيار سڀني جي وات مان ’واهه واهه‘ جو گڏيل آواز نڪتو.

اُن دوست ڳالهه ڪندي پڌايو ته هڪڙا به راجڪمار هڪ راجڪماريءَ تي موهت ٿي پيا - هڪڙي سان ٻئي ساٿس لائون لڌيون. ٻئي جي دل ۾ سياويڪ حسد جي لهر اُٿي - هيءَ ياري چوٽ هو برداشت ڪري ڪين سگهيو. سينا سنيرائي هو راجڪمار جي راجڌانيءَ تي ڪاهي ويو. مهينن جي جدوجهد ڪانپوءِ به ڪو فيصلو ڪونه ٿيو. ٻنهي طرفن جا لشڪر ساٿا ٿي پيا - سپاهين سوچيو ته آخر به هن لڙائيءَ ۾ اُصول ڪهڙو آهه؟ هڪ استريءَ جي سوال تي سون هزارن سورويرن جي بلي چاڙهجي اُن مان ملڪن کي ڇا فائدو رسندو؟ پڌ لڳا تار جاري رهي. پلا نوڪر ڪيئن ٿي پنهنجي شاهن جي حڪم جي انحرافي ڪري سگهيا!

هڪ ڏينهن راجڪماري قلعي جي ديوار تي چهل پهل ڪري رهي هئي. لاثاني حسن سپاهين جي اکين مان پار وهي سندن دلين تي قبضو پاتو - سندن سوالن جي سلسلي تار ٽٽي پيئي. سڀ جتي جو تتي بيٺا رهيا. ٻنهي طرفن تان آواز آيو:-

”هڙيءَ جور لاءِ مري مٽڻ سگهجي آهي.“

# موت.

موت بي مروت، ڪنهنجو رياءُ ڪين رکي. ڏاڍو بي ترس. جيڪو اچيس تنهن کي ڳرڪايو وڃي. پوءِ اهو پتو نه پوندس ته ڇي ٻار آهي يا ٻڍو. مڙيئي جيڪو منهن سامهون اچيس تنهن کي هضم ڪيو ڇڏي. جوڀن جوانيءَ جو لحاظ هنڪي پوئي ڪونه. ڪٿي ڏس ته ماٺهو پيا ڪنا ٿيندا... اصل ويچارا هلڻ کان محتاج. تن کي همت به نه لاهيندو. وري ڪٿي ڏس ته ڪوندر ليٽايو رکي. پيٽ به ڪو پيٽ اٿس! ڪوت ڪٿي ٿي پيٺي اٿس. ڪٿي ڪا بس اچيس. اصلي نه! زندگي ۽ موت تصوير دنيا جا ٻه پاچا آهن. انتها سڀ تي اچڻي آهي- پر هن موت لاءِ خدا ڪا قيامت خلقي آهي يا نه؟ ڪيڏا ٿو قهر ڪري؛ ڪو ڪهڪاءُ به اچيس ٿو. گل ڦٽو، ڦوه ماڻهي ڪريو ته ڪو ايترو الڪو ڪونهي. پر مڪڙي! اڙي جا ڦٽي ڪانهي ان کي مارڻ ۾ توکي مزو ڪهڙو ٿو اچي؟ شايد موت! توکي موت جو ڊپ ڪونهي، تڏهين ٿو هڙا خلم

ڪرين. ذرا ويچار ڪر. ڪڏهين تو ڪنهن معصوم
جي ٽٽل قتل ورلاپن ڪي ٻ ڪنايو آهي؟ ٻيلي ڪڏهين
ڪنهن نازنين جي سرد صدائن جي گرم هوا جو جهوٽو
جهٽيو اٿيئي؟ اڙي يار! ايڏي ڪن لاٽار توکي نه جڳائي.
پنهنجي هستيءَ تي ايڏو ٻانور نه ڪر- زندگاني تنهنجي
آهي جاودان. پر ايڏي سنگ دلي! ڪجهه ته ٻ پ
ڪر. هي لال لال خون جا ڦوڙها، هي گرم گرم آهون
تنهنجي پاڙ کي هلائي ڇڏينديون. چڱو ٿي- خير
ڪت. ڪجهه ته لحاظ رک- ٿورو احساس ڌار. جن
ويچارن ڪجهه ڏٺو ڪونهي؛ جي آيا ڪالهه تن کي
اڄ ڪٿن تو وڻي ورتين؟ قسم ٿي پنهنجي سر جو،
سچ پڌاءِ هي آههُ وفغان پڌي تنهنجي دل ۾ دڪ دڪ
نه ٿي ٿئي. ڪڏهن اهو ويچار ڪيو اٿيئي ته ڪيترن
جون دليون تو دکوئين، تون ڪيڏو نه ظالم آهين،
ڪو رحم جي درخواست وجهي، تون انکي ٺيٺ
هيٺن ٺڪرائي ڇڏين. سڄو زمانو انقلاب جي طابع
آهي. ساري ڪائنات ڪراتيءَ جي ڪاٽياري آهي.
جيوت ۾ ڪيڏيون نه تبديلون ٿيون اچن. پر تون
ننڊ جهڙو اڳي، تهڙو هاڻي. تر جو ٻ ڦيرو ڪونهي.
انڌ جي گهوڙي تي آهين. پنو ٺٺو پوئي- مٿي لوڏ
ته ڪرين ٿو. پر ٻ پ ڪر ته ڪا توتي ٻ نه اچي

ڪڙڪي - سگهو ني ٻارڻ سنڀال - مٿان پوء همت نہ
هٽين. اُچانڪ جو پنڌ تورو آهي. دکين جي آهه پر انهن
آهي. سنڀال دل جي صدا ڪٿي اجهائي نہ رکٿي -
منحوس! ڪجهہ ماڻهو سڪ. پر مان چوان ڇا پيو؟ تون
موت جهڙو ڪڙو آهين اهڙو ئي وري مٺو. تون جيترو
ظالم آهين اوترو مهربان. موت - مٺڙا موت! پلي اچ.
مان تنهنجي آجيان لاء آتو آهيان؛ سيني مرض جو حل،
تون سدائين اچ. جنهنجو علاج نہ ٿئي تنهنکي تون
چوٽڪارو ڏين. دنيا کان جڏهن وڃا جي وات وسريو
وڃي تڏهن تنهنجو آسرو ئي هڪيو حاضر آهہ.

اچ ڪا نپوء توکي ڏوراپو ڪير ڏيندو؟ تنهنجي
يادگيري نادان دل لاء بلڪل ضروري آهي. تنهنجو
ٻاڇو اکين اڳيان شل سدائين نچندو رهي. بندو گندو،
تون نہ هجين تہ هوند الاجي ڪهڙا قهر ڪري. پراڻا
پردا ڦيرائي نوان نظارا ڏيکارڻ تہ ڪو توکان سکي.
بيشڪ تون سيني جو شاه آهين. ساري دنيا تنهنجي
آڱر جي اشاري وهيٺي آهي. تون بلڪل بي پرواه -
راجا هجي يا رنڪ، تنهنجي چال ساڳي. پر مٿان مغرور
ٿي وڃن. دل مان اهو ڪوٽو خيال ڪڍي ڇڏ تہ
توکي آخرت ڪانهي. موت توتي بہ اچي تو پر
ڪڏهين ڪڏهين. اٿرو آهي تون پنهنجو سڪو گهٽو

ڪري سب تي ڇمايو ڇڏين. ڀر ڪي ڪي اهڙا به
نڪرڻو پوندو جي توڻي فتح پايو وڃن. اهي، ٻڌاءِ
اهي، جن ملڪ مٿان سر ڏنو. جن قوم جي صدقي
پنهنجي جان قربان ڪئي؛ جن ٻرپلي ۾ پاڻ سهاءِ
ڪيو تن کي تون ماري سگهندين؟ ڪڏهين نه. اهي
هميشه امر آهن. اڙي! جن جي مٽيءَ لڌو مان اهي
ڪٿ مرندا؟ جيستائين دنيا آهي، تون آهين.
اهي امر رهندا، تلڪ ۽ ڀڳت سنگهه ڪير ٿو چوي
مري ويا. اڄ اسانجي رڳن ۾ جو جوش آه اهو ڪنهن
جي بدولت آهي. حسن حسين ڇا زنده شهيد نه
آهن؟ گانڌيءَ ۽ جواهر ۾ ڪنهن جي جذبات ٿي ڪم
ڪري؟ ڇا ڪرشن ۽ پرتاب جو پرڪاش هيترين
صدين کان پوءِ به ڪو جهڪو ٿيو آه. اصل نه. تڏهن
تون موت فقط انهن لاءِ آهين جنکي تنهنجو ڏر آهي.
جيڪي خود غرض آهن موت انهن کي ئي ماري ٿو.
باقي جي پرآپڪاري آهن، جي ٻين جي ڀلي ۾ پنهنجو
ڀلو پائن، اهي ايشوري روپ، اهي ڪڏهين مرڻ جا
ناهن. موت انهن جو غلام آهي.

# سکول ۾ .

گذريل کي ياد ڪرڻ انساني سڀاءُ ۾ آهي ئي آهي. جو گذري ويو تنهن کي ياد ڪرڻ ۾ ڪهڙو سود؟ ان سوال جو جواب هرڪو پاڻکان پڇي. پنج منٽ ڪنهن سان مڪاميلو ٿئي تو. هڪوار ڪنهن کي ڏٺو سين ته پوءِ اُنکي وسارڻ مشڪل ٿيو پوي. ۽ جتي سڄا سارا ست سال رهيا سين؛ اُن استان کي دل جي پٽيءَ تان ميسارڻ ٿهائين ڏکيو ٿيندو. تنهن ۾ به وري سکي جيوت کي ڀلائڻ ڪنهن ڀاسندو. سک ڏکن کان وڌيڪ ياد رهندا آهن. ٻاراڻپ وهي. نه ڇٽي نه ڇهورو. تنهن سان گڏ معصوميت ۽ دل جي شانتي ڪي گهٽ نعمتون نه آهن.

ماءُ جي هنج ڪهڙي نه نرم آهي. ماتا جي گود ۾ ڪهڙي گلزاري آهي، سا رڳو اُهي ساري سگهندا جن ڪم نصيبا جيجل جي وڇوڙي جو ڏهاڳ ڏٺو هوندو. اهو وڏاءُ نه آهي ته امڙ جي ڪڇ کانپوءِ جي سرشتيءَ ۾ ڪو آنند استان آهي ته اُهو سکول آهي.

جيئن ماءُ جي آغوش ۾ ٻار بي پرواهه رهندو آهي؛ نيڪ طرح شڪول ۾ رهندي اسانکي ڪو الڪو نٿو رهي. جيئن وڏيئون ٿيئن پيا هلون، نہ لوڪ لڄا جو ڊپ ۽ نہ وري قاعدي قانون جي ڪاڻ ٿي ڪڍڻي پوي. آخر بہ جي ڪو گناهہ ٿيو تہ ٻار تي ڇٽي ويندا سون. اينئو آهي، بعضي ماسترن جون مارون سهڻيون ٿيون پون. پر اُهي مارون بہ ڪيترو نہ منيون ۽ معنيٰ واريون آهن. جيتوڻيڪ مار، سڌارڻ جو هرويرو ڪامياب اوزار نہ آهي. ٻار جو سياو سمجهي، جي اُن سان نيڪ ورتاءُ ڪبو تہ هوُ ڪيئو نہ وڃندو. وڏي ڪي بہ پوءِ لٺ آزمائڻ جو ضرور نہ پوندو. خير.

باقي ڪن مهينن جي عرصي ڪانپوءِ اسانکي الوداع ڪرڻي پوندي پنهنجي پياري شڪول سان. وس پڄي تہ هوند حياتيءَ ۾ اهڙو پريم نگر نہ ڇڏيون. پر بندو وقت جو غلام آهي. حياتي هڪ وهڪ آهي. جنهن سان گڏ هلڻ ڪانسواءِ اسانجو مؤت ٿيندو. دنيوي دستور ڪي مٿي ٽيڪ ڪرڻي ٿي پوي ٿي. پوءِ من ماني يا نہ. نہ تہ هوند ڪير چاهيندو تہ هيءُ وڻراهہ ڇڏي هلي اُس ۾ ٿاپا کائڙون؟ شڪوُل ۾ ڪيئن نہ بي پرواهيءَ سان ٿو هلجي. ڪابہ جوابداري ڪانهي. ڪوبہ بندن ڪونهي. جي آهي، تڏهين بہ ڪهڙو؟

۽ سبق پڙهيا- ٿي بيت ياد ڪيا- بس نہ- اهو آهي پورهيو. تنهن ۾ بہ وري ڪيڏو نہ مزو آهہ- علم جهڙي قيمتي وستو ٻي سنسار ۾ ڪانهي- گيان جي منزل اوچي ۾ اوچي رکي ويئي آهہ. اُن مقصد کي پائڻ لاءِ جي ٿوري مٿاڪت ڪرڻي پئي تہ اُن ۾ ڪهڙو بوجو آهہ- گلن چونڊيندي جي ڪجهہ ڪنڊا لڳا تہ اهو ڪو مهانگو ملهہ چئبو؟

هاڻي اهڙي موجن جي مرڪز کي ڇڏيندي جي دل ۾ ڪجهہ دڪ دڪ پيدا ٿي تہ اها ڪا اسپاويڪ ڳالهہ نہ آهي- جنان سڀ ڪجهہ سکيا سون. جنهن جي گود ۾ ٽپياسون ڪڏياسون. سو ڪو ائين وسري ويندو؟ حال تہ ڪي ورهيہ ائين پيو سمجهندس تہ 'آهيان شڪول ۾ ...' جيسين آءٌ بہ دنيوي ساگر جي لهرن سان ملي هڪ نئين لهر ٿيان!

# اسانجو ڪاليج

روم نمبر ٨٧،
ميٺا رام هاسٽل،
ڪراچي، ١٥ جولاء ١٩٣٧ع

ساٿي،

پتر پهتو. پڙهي سورن جو ڪو به ڪنارو نه رهيو. ائين سچ آهي ته تون به جيڪر هت هجين ها ته ڏاڍو مزو ٿئي ها. آءٌ ته سچ پاڻ کي هيترن ساٿين هوندي به اڪيلو ۽ اباڻڪو پيو پائيان. پر هينئر ڇا ٿيندو؟ ڏک ڪري به ڪيترو ڪبو. گذريل ڳالهين تي ڳوڙها ڳاڙڻ آهي اجايو اکين جو زيان. اُن ڪري ٿول، اڳين خيالن کي ٽڙي ڪجهه نوائي کي دل اندر جاء ڏج. تون هوشيار آهين، اهو ته هرڪو پيو چوي. تنهنجي ناپاس ٿيڻ تي هرڪو تپرس پيو کائي. پر جيستائين موجوده تعليمي سرشتو قائم رهندو تيستائين تو جهڙن گهڻن هوشيارن کي حسرت وچون هٿ مهٽڻا پوندا. ائين ته ٿئي پيو ۽ ٿيندو ايندو، جيستائين تعليمي ڏس پر کو

ڦيرو نہ آيو آھي. ليڪن تہ ڪاليج بابت ڪجھ ٻڌايانءِ
آءٌ ٻڌ لکڻ لاءِ آتو ھوس. ٻہ ڇيہ تہ ائين ڪرڻ سان
متان توکي پنھنجي ناڪاميابي تنھن سر ياد اچي؛ ۽ مبادا
سندءِ شيشہءِ دل کي ڪو صدمو رسي؛ ان ڪري
سانت ۾ رھڻ واجب ڄاتم. ھيٺئر تنھنجي چوڻ تي
ڪاليج بابت ڪجھ لکان ٿو، جنھن مان ڪافي واقفيت
ملندي.

توکي سکول جو ڀڳوئي آزمودو آھي. ڪاليج
بہ ھڪ وڏي پيماني تي سکول آھي. ٻر سکول ۽
ڪاليج ۾ وڏو اختلاف آھي. جيتوڻيڪ ٻنھي جو ڪاريہ
ساڳيو آھي؛ يعنيءَ ٻنھي ھنڌن تي تعليم ڏني وڃيٿي
پر تڏھين بہ تفاوت ضرور آھي. اسانجي سکولي
جيوت ٻاراڻي وھيءَ کان شروع ٿئي ٿي. ان ڪري
ضابطي جي نھايت ضرورت آھي. ڇوندا آھن تہ ٻار مڇ
جو وار. ان لاءِ اھو عين ضروري آھي تہ ٻارن کي قاعدي
سان ھلائجي جئن سندن ڪچڙين دلين تي سنا سنسڪار
ٻون. جي ڪچيءَ ڪنان نہ وريا تہ پڪيءَ ڇا وريندا؟
سياويڪ سکول- ماسترن کي اسان سان، پيار سان گڏ،
سختيءَ سان بہ ورتڻو ٿو پوي؛ جيئن اسانجو جيون
جڙي. اھو بلڪل واجبي ۽ ضروري آھي. نہ تہ جيڪي
ڪني ۾ ھوندو اھو ئي پاٽ ۾ پوندو. جيڪڏھين بنياد

ڪڇو آهي ته عمارت ڪئن بيهندي. نيڪ ان طرح جيڪڏهين اسانکي نندي هوندي چڱيون عادتون نه پيون ته آئينده ڇا ٿي اڏبو؟ پر هت ائين نه آهي. ضابطو خيرڪو آهي. ان لاءِ ٻه سبب آهن. هڪ ته چوڪرا آهن گهڻا، جنهن ڪري ضابطو هلائڻ مشڪل ٿيو پوي پيو ته ڪاليج ۾ ماڻهو اچيئو ته اڪثر چڱيءَ وهيءَ جو ٿئي ٿو، جنهن ڪري ضابطي جي ٿوري ڪا ضرورت آهي. پر تڏهن به ٿورو گهڻو ضابطو ضروري آهي. هت ته اهو به ڪونهي. ڇڻ ته سوراج مليو ويو آهي. جيڪڏهين ڪنهنکي آزاديءَ ديويءَ جو درشن ڪرڻو هجي ته هليو اچي اسانجي ڪاليج ۾. تون ضرور عجب کائيندين. شايد مونکي چريو به چئين - ائين هجي ته چو ڪين جيڪر هرڪو ڪاليج ۾ پڙهي ۽ آزاديءَ جا مزا ماڻي. پوءِ جيڪر جيلن ۾ وڃڻ جي ضرورت ٿئيئي نه. باقي ماڻهو لٺين ۽ بندوقن جي منهن ۾ وڃن ڇو؟ ڇو نوجوان جيڪر سوريءَ تي چڙهي نندي ئي ننڍپڻ جيوت جو خاتمو آڻين؟ پر لعل! هي گانڌيءَ وارو سوراج نه آهي - هيءَ جواهر واري آزادي نه آهي؛ هيءَ هن آزاديءَ ۾ زمين آسمان جو سنڌو آهي. گانڌي جو سوراج اسانکي اوچو بنائيندو. اسان وٽ سوتنترتا ۽ سنتوش آڻيندو؛ پر ڪاليجي آزادي اسانکي اوڙاه

۾ نيندي- اسان جي تنزل جو ڪارڻ ٿيندي. اسان
کي ڳراوٽ جي غار ڏانهن نيندي. تون ضرور آئو
هوندين ته نيٺ به اها ڪاليجي آزادي آهي ڪهڙي بلا.

ڪاليجي آزادي آهي فقط ڇيڪرائپ ۽ چلولائي- ڇوڪر
آزاديءَ جو اُبتو ارٿ پيا ڪڍن. هو هن خود مختياريءَ
جو اجوڳ فائدو وٺي، پنهنجو آدرش وساري قيمتي
وقت اجايو پيا ضايع ڪن- جنهن مطلب لاءِ هو اچن ٿا
اهو ته ڪين ياد به ڪونهي. سندن سڄو وقت هار سينگار
۾ گذري ٿو- اڳي ئي خرچ ڳاٽي ڀڳا ويتر هن ڪريم ۽
پائوڊر ته وٺل ڪري ڇڏيو آهه. جيئن نه ڪو نماءُ ٿيندو
هجي، تيئن هت به چڙهه نه نماءُ آهي. هرڪو پيو پنهنجي
نمايش ڪري- چٽجي، ڏکجي، اچن ڪاليجن ۾، چڙهه
نه پاڻ کي پاس ڪرائڻ پيا اچن. هونءَ ته پنهنجو سڄو
وقت پيا وڃائين پر جيڪي ٢-٣ ڪلاڪ پڙهڻ اچن اتي
به ڪين آرام نه اچي. ڪلاس ۾ ڏس ته واهيات چرچا
ڪندا- ڪوشش ڪري پاڻ کي اڳري ڪرڻ لاءِ ڪا
نه ڪا حرڪت ضرور ڪن- پيسا ته آهن بابي جا، پوءِ
هنن جو ڇا ٿو وڃي. جيئن ٿڌ تيئن وڌ. اڳي ئي پيسي
جي نافت. نوڪريون ملن ڪو نه. پر هي يار ڏس ته
روز نت نوان نمونا اختيار ڪري پيا پيسي جي لٽ ڪن.

تنهن ڏينهن شام جو هڪ اڌوستس کي جيم نه ڏٺم هلون - چيائين اڄ ڪلاڪ دير آهي - مون چيو ڇو؟ چيائين، ”ڪپڙا ڪرڻا آهن، اڌ ڪلاڪ نه گهٽ ۾ گهٽ گهرجي.“ هاڻي پڏاء ته جن کي اڌ ڪلاڪ فقط ڪپڙن پهرڻ لاء کپي، تڏهين سندن ڪيترو وقت ويندو هوندو - پڏاء ته اهڙن نوجوانن ۾ مائٽ ۽ ملڪ ڪهڙي اميد رکي سگهندا؟ اڄ ڪالهه چستيء چالاڪيء جو زمانو آهه - ماڻهو اڌ ڪلاڪ ۾ الاجي ڇا ڪري. پر هت ته اهو ليکو آهه - داديون به گهٽ ڪونه ٿيون ڪن - پر مصيبتن کي منهن ته مردن کي ڏيڻو آهه - جيتوڻيڪ سادگي پنهي لاء ضروري آهي -

هت شڪول واري معصوميت ڪٿي؟ ...... پريم ڪٿي؟ هرڪو پيو پنهنجي وڏائيء ۾ ڇڪي. هرڪو پيو پنهنجي مطلب تي مري - هت اها قرباني ڪٿي؟ خود مطلبپڻي جي بازار گرم آهه - شڪول نيٺ به شڪول هو - اتي جي مزن ۾ معصوميت هئي، مؤج هئي!

ڪيئن نه اتي غلاميء هوندي به آزاد هئاسين. پر هت آزاد هوندي به قيديء سمان آهيون - اتي باهرينء غلاميء هوندي به دل آزاد هئي - پر هت مڪمل

خود مختياريءَ هوندي ۽ من غلام آهي - الي بي پرواهي هئي - موج هئي. جهڙن ابد و هو، ليڪن هلندا هئاسين. پر هت عزت جو وڏو، پر آجايو اوتو رکڻو تو پوي - مٿان هيٺن هلون، ماڻهو ته نه ڪلندا - اهيڙي خيال آهن

جي اسانکي ڪائن پيا، اسانجي قدم قدم تي رڪاوٽ پيا وجهن - ڪيڙا پايون تڏهن به اهاڻي اون هوندي، ته ماڻهو ڪلندا ته ڪونه ...... مبادا ڪو ننولي ڪري ...... مٿان ڪو وڏ ڪري - جڻ ته اسانتي فئشن جو ۱۴۴ قلم لڳل آهي - الاجي ڪڏهين اسانکي ان خيالن

جي تنگ دائره مان رهائي ملندي. بار هئاسين، معصوم هئاسين انڪري پريم هو.. ... آنند هو - الهن ڏينهن جي پيت ۾ هيءَ حياتي انهن پئي پاسي جڻ چانڊوڪين وچڙ بعد اونداهيون راتيون ڪاٽيندبون آهن .. ... سک.

هڪ نئين ڳالهه پڌائڻ وسري ويم. جيتوڻيڪ آهي معولي پر آهي مزيدار. شڪول ۾ سڏ ڪندا هئاسون "گوپ، گوبند، پريو، پريم، موهن ۽ مرلي." پر هت ان بدلي چئون، "شهاڻي، شوداساڻي، آڏواڻي، ڪيسواڻي" وغيره. پڌاء توکي ڇا تو وڻي؟ مونکي ته پائي، پريو ۽ پريم وڻي بنسبت ڇگاڻي ۽ آڏواڻيءَ جي.

هرڪا جماعت ... سڀ ... سنستا سمتي ڪنهن
نه ڪنهن 'آدرش' تي اڌيل هوندي آهه. هر ڪنهن
کي ڪو نه ڪو مقصد ضرور هوندو آهه. اسانجي پاڳ
پرٿي ڪاليج ڪي جو منتو آهي "انسان ٿيو". شل ايشور
سمت ڏيئون ته سچا انسان ٿي نڪرون. مرد ٿي
دنيا جي تڪليف جو مڙسيءَ سان مقابلو ڪري
پار پئون.

زياده ڇا لکجي.
تنهنجو همراز—

## پنهنجن پيارن جي ياد ۾

ڪالهه تائين ڪاليج ۾ موج ۽ مستي هئي. هر ڪو خوش هو. سڀ جي منهن تي مرڪ هئي. جتي وڃ اُتي خوشيءَ جو خوش ساز ٿي وڳو. جيڏانهن نهار اُتان ڪل ٿي ڪل ٿي آئي. پر اڄ ڪاليج ۾ اُها رونق ڪانهي. وايو منڊل ۾، اڄ اُها سريلي تان ڪانهي. 'واهه واهه' بدلي اڄ 'هاءِ هاءِ' جا آواز پيا اچن. پرنسپال ۽ پروفيسر اڄ گوندر غم ۾ غلطان پيا نظر اچن، خود ود يارٿين جي منهن تي به اڄ گهري مونجهه نمودار آهي. مطلب ته مرڪ بدلي اڄ مونجهه نظر چڙهندي.

جو ڪاليج، سدائين موجي رنگن ۾ ڪلندو ٻهڪندو هو اُلي اڄ اُداسائيءَ جي چادر چڙهيل آهه. ڪلرڪ ته پري رهيو، پر پٽڪو به نٿو ٻڌجي. سيني جي چپن تي خاموشي مهر آهه. ڪاليج جي ڪنڊ ڪنڊ مان ماتمي اشارا اچي رهيا آهن. پنهنجن پيارن جي ياد اڄ هر ڪنهنکي رت تي رئاري. ڪاليج ۾ اڄ به ود يارٿي اچن ٿا، پر مکڙا ڪوماڻل. چال ۾ ڪا به سياوڪ

ڇلولائي ۽ ڇنڇلتا ڪانهي. او ڇتي جدائي سيني کي ساٿو ڪري ڇڏيو آهه.

ڪنهن ٿي ڇاتو، ههڙو حادثو ٿيندو! ڪنهنکي کي خبر ته جي گل ڪلهه ٽڙيا سي ايترو جلد مرجهائبا. ويچارا ويا گهمڙ. سڀ موج ۾ ٿي موٽيا. سندن دلين ۾ اُميدن جو سمنڊ ڇوليون ماري رهيو هو. ڪين ڪهڙي ڪل ته ٻاهر مصيبتن جو مهراڻ بڪايل واٽ ڦاڙي بيٺو آهه. سڀ پنهنجي پورن ۾ ها. هر ڪو جذبات سان پُر هو. سفر سٺائو هو. اوچتو آفت آئي. سڀ سمنڊ جي گود ۾! ست بچيا. باقي هي پنج پيارا اصل لاء وڃي سمنڊ جي هنج ۾ آرامي ٿيا.

اڙي! ڪارا ڪارا پربت جيڏا جهاز! تو هي ڪهڙو قهر ڪيو؟ اُف! توکي ترس نه پيو. هوء ننڍڙي ڪشتي، جا پنهنجي مزي ۾ پٺي آئي، تنهن کي تو نه سنو. هاء! ڪشتيء جي ڪڇ ۾ ڪير ها؟ اڙي ننڍڙا نازڪ بدن ...... هو ويچارا نيهن - نپايل. جن ڪڏهين خوف جو نالو به نه ٻڌو هو.

منهنجا ساٿي، اوهانکي آفرين هجي. توهان، او پنج پيارا! توهان ڇا ڪو پهه ڪيو هو؟ پربت جي ريت اوهان بيشڪ نباهي. موت سامهون. اوهان اڏول. ڀين ٿيو ڏلو. اوهين پنج ئي پريم ۾ پختا. قدرت جي امر جي اوهان ادب سان ادائي ڪئي.

چونتا هو پنهنجي ڪلاس جا سر مور ها. ڪاليج
جي سونهن ها. هو مڪڙيون اڃا ڪلهه ٽڙيون. اڄ هوا
جي هڪ ئي هنيلي جهوٽي سان اڇي پٽ پيون.
افسوس پنجن گلن جو گلدستو اڄ گم ٿي ويو!

اڄ گلشن ۾ ماتم ڇو نه ٿيندو؟ امڙ ڏاڍي ناز مون
نپايا. البيلا. هو لاڏلا. هميشه لاءِ هو اڻ موڪلائي
هليا ويا. جن ڪڏهين اُف نه ڪئي، تن سان ڪهڙي
ويڌن ٿي هوندي. ٻڏڻ مهل سندن دلين ۾ ڇا
هلندو هوندو. سندن سرد آهن ڪجهه وقت لاءِ ته
سمنڊ جي ڇولين چلڪن کي به بيهاري ڇڏيو هوندو.

آخر ۾ سمندر ديوتا! تو در وينتي تو ڪريان.
اسانجا پنج پيارا پرتا اتيئي. متان ڪين ڏکوئين. ڪين
پلي پنهنجي هلڪين هلڪين لهرن سان لوڏاءِ. پر متان
پلجي به ڪڏهين ڪين ڇوهيءَ مان ڇڪين. هو اڳيئي
گلبدن. متان ڪين ستائين. جيڪڏهين ذرو به ڪين
تڪليف ڏيندين ته ياد رک، دکويل دلين جون آهون
توکي سڪائي پٽ ڪري ڇڏينديون.

---

نوٽ:- ٢٤ سپٽمبر ١٩٣٨ تي، سنڌ ڪاليج جي وديارٿين جو
هڪ جٿو منهوڙي جي سير تي نڪتو. هو موٽيا ٿي. او چتو هڪ
جهاز سندن ٻيڙيءَ سان ٽڪريو. پنج پيارا هليا ويا. سڀ ٻچيا.
سڄيءَ سنڌ ۾ شوڪ جي لهر اٿي. مونکي جو دک ٿيو، ان جو
اظهار و آئينو هي مضمون آهي.

# تــون

تون لفظ آهي ڪيڏو نه ننڍڙو. فقط ٽن اکرن جو جڙيل. خالي ٻڌ ئي هڪڙو. پر معنيٰ ڪيڏي نه ٿو رکي. ننڍي شيءِ هونءَ ۾ نزاڪت واري هوندي آهي. پر هت ته حد ٿي چڪي آهي. ڏسڻ ۾ تون لفظ ڪهڙو نه معمولي پيو لڳي. پر جي معنيٰ ڏانهن ڏسبو ته سندس جهڙو پُر مطلب لفظ سڄي ساهتيه ۾ مشڪل ملندو.

اها ڪهڙي نه مزي جهڙي ڳالهه آهي جو ساڳيو لفظ پنهنجي مالڪ تي ته نوڪر تي به استعمال ڪري سگهجي. هڪ ويجهي ۾ ويجهي جگري دوست سان ته جاني دشمن سان به لڳائي سگهجي. 'تون' ڪٿي ڪڙو ته ڪٿي مٺو. ڪٿي پيار جو پيغام پر ٿئي ته ڪٿي تڪرار جو ٽلاهي. هڪڙي هنڌ 'تون' حقارت جو نشان ته ٻئي هنڌ وري ڪشش جو باعث بڻجيو پوي. راجا مهاراجا جي ساراهه ۾ شاعر گيت لکي ته اتي به ايندو 'تون هڙو آهين'، "تون هڙو آهين." هن 'تون' تي انعام اڪرام جي بارش وسندي. خاص

خطاب عطا ٿيندا. پر جي ڪو ڳلا لکي ته سورن جي سمجها لي سوار ٿيندو.

هي لفظ روزمره ٻولي زبان ۾ اچي. لفظ هڪڙولي پر سندس اثر جدا جدا جاين تي نرالو نرالو آهه. امير، غريب، دوست، دشمن، لنڊي وڏي مطلب ته سڀ لاءِ ڪم آڻجي ٿو. ليڪن هر جڳهه ٿئين لئين معني ٿو رکي. وري لطف اهو ته ٻڌڻ وارو به اُن ڀاو ۾ ٿو وٺي جنهن سان چيو وڃي ٿو.

نوڪر ڏير سان اچي ٿو، ڪانئس پڇيو وڃي ٿو، "تون هيترو وقت ڪٿي هئين؟" هتي نوڪر 'تون' جي برابر ڪيو ويو چاڪاڻ ته نيت ٻه ته هو هڪ نوڪر آهه. هن به تون کي اُن حيثيت ۾ ٿي محسوس ڪيو.

هڪ بکايل فقير در تي ڀيک منگي رهيو آهي. آواز اچي ٿو، "اڙي تون ويندين نه؟" هو ويچارو غريب محتاج ٻين اڳيان هٿ ٿو ٽنگي اُنڪري حقارت جي 'تون' ٻڌڻ جو حقدار آهه.

منهنجو پيارو دوست گهڻن ڏينهن کان پوءِ ڳڏيو. مون ڏسنديئي کيس ڇڪي ڇاتيءَ لائي چيو "تون ڏاڍو بي مروت آهين." هيءَ ساڳي ئي 'تون' آهه جا فقير ۽ نوڪر لاءِ استعمال ڪئي ويئي. پر ڇا ڪو ائين چئي سگهندو ته منهنجي سينهي به اُن طرح

محسوس ڪيو جنهن هن ويچاري نوڪر ۽ غريب فقير؟ خود منهنجي منڙي دوست ڪان ٻڌيو وڃي ته نهه ٻهه چولدو:-

"هي ٻنهنجو لفظ ٿئي ڏاريـن جـو مشڪل،
'اوهان' غيرن لءِ، مان ٻر 'تون' جي قابل."

ٻن ڄڻن جي وچم اختلاف ٿئي ٿو. هڪ ٻئي کي چون ٿا، "تون آهين ڪير؟" "تون پاڻکي سمجهين ڇا ٿو؟" "تون تون آهين تـ مان بہ مان آهيان." لفظي لڙائي هلندي هلندي آخر نوبت اينري تائين ٿي ٻهچي جو هو هٿين ٻجين تا پون.

اڙي واهه ڙي منهنجي 'تون'. ٻئي هند وري ڏس. ڪنهن پيار مان "تون" چيو ته بس غضب ٿي ويو- ٻڌڻ وارو ٻاڻ پلائي وهي ٿو. درگاهه - داور ۾ عرض ٿو ڪري ته هڪوار وري مبارڪ منهن مـان 'تون' جو آلاپ اچي. اچا اڳتي هلبو ته 'تون' وڌيڪ گهرو معلوم ٿيندو. آڌي رات جو هڪ درويش دل اٿي چئي ٿو، "خدا تون وڏو ڪارساز آهين- تون دينن جو ديال آهين." هتي 'تون' جي اونهائي اندر ۾ جنبش ٿي پيدا ڪري. هن سانتيڪي وايو منڊل ۾ هيءَ عقيدت ڀري 'تون' هلچل ٿي هلائي. 'تون' هوا جي تارن تي هلي وڃي عالم بالا جي قدمن تي ٿي رسي-

درياءَ رحمت ۾ لهرون ٿيون اُٿن. مون تي عجيب عجيب خاموشي غالب ٿي پوي. ڪليجو ڪنبي وڃي ٿو. اُن وقت ’توُن‘ جي صحيح عظمت جو اندازو لڳي ٿو. دل چوي ٿي اڳتي ڪڏهن ڪي ’توُن‘ نه چئجي. ڇا اُن ڪانسواءِ ٻيو ڪو هن لاڏلي لفظ جي لائق ٿي سگهي ٿو؟ ’توُن‘ اُن ڪي ئي سونهين ٿي. تنهنڪري فقط هوئي ’توُن‘ جو حقدار آهي.

[اصل خيال اردوءَ تان]



# هندو مسلم اتحاد

هندو مسلم اتحاد اڄ ڀارت جو هڪ مکيه ۽ منجهيل مسئلو آهي. هندوستان جي آزاديءَ ۽ آباديءَ جو دارومدار آهي هندو مسلم ايڪتا تي - هندو مسلم ميلاپ ۾ ئي ۳۵ ڪروڙ هندواسين جي نجات آهي. هن ديس جو آئينده روشن آهه بشرطيڪ هيءَ ٻه قومون هڪ ٻئي ۾ ساز سلوڪ سان ورتن. پر اِهو سراسر غلط آهي ته هندو مسلمان اتحاد جو آڻڻ تيڪ ناممڪن يا مشڪل آهه. سُتُ هرو ڀرو ايترو منجهيل نه آهي، جيترو اسين سمجهون ٿا. ڳالهه بلڪل سولي آهه. آهي ڇا؟ ٻه رنا ڀائر پاڻ ۾ پرچن اها ڪهڙي ناممڪن ڳالهه آهه؟ جن جو جنم استان ساڳيو، جن ساڳئي ديس جي اَن جل وايوءَ تي گذاريو اُنهنجي ميلاپ ۾ ذرو به ارچڻ اچڻ جو ڪيي؟ پر جنني ٻه ڀانڊا هوندا آهي ضرور کڙڪندا. ڀائرن جو هٿ ڪڏهين سوٽيءَ ۾ ڪڏهين روٽيءَ ۾. اُن لاءِ نراس ٿيڻ نه کپي.

آخر ٻه هندو مسلمان ويندا ڪيڏاهن؟ ٻنهي کي

پرچٺوئي پوندو. ڀيو حل آهي ئي ڪهڙو؟ هڪ ئي ماتا جا ٻه ٻچڙا جي وڙهندا ته پرچڻ ۾ به ويرم ڪين وجهندا. تڏهين پوءِ اسان نا اميد ڇو ٿي ويا آهيون؟ اُن لاءِ اهو چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو اها نا اُميدي انساني طبيعت ۾ رهي ئي رهي ٿي- انسان ڪڏهين ته درياءُ به ٽپيو وڃي ڪڏهين ته اڌ به نه اورانگهي سگهي. حقيقت ۾ اهو ويڇو فقط اسانجي درشتيءَ ۾ آهي. ڪڏهين ڪڏهين ماڻهو سپني کي به سايا سمجهيو وهي. اهو سچ آهه ته ڪانگريس جي هيترن ڪوشش هوندي به اهو قصو اجا سڦلتا سان سمايت ڪين ٿيو آهه. پر هڪ ڪري ڇڏجي ته هندو مسلم وڙهيل ئـي ڪو نه آهن. ڪير ٿو چئي ته هو هڪ ٻئي جا ويري آهن؟ اڙي! اوهين هلو، ڳوٺن جو دورو لڳايو. اوهين محبت کي انساني جامي ۾ پسندا. هندو مسلم ننڍڙين ننڍڙين ديهاتن ۾ هڪ ٻئي تان گهول گهول پيا وڃن. قرب ۾ دل جو دائره داور ٿيو وڃي. جتي ڀريت آهي اُتي ڪو به تفاوت ڪونهي. ڳوٺن جا هندو مسلم هڪ ٻئي جا گهڻگهرا آهن. اُتي ڪا به ترشي ڪانهي. ڇو ته هنن دين ۽ ڌرم جو انيو صحيح روپ ۾ ڪيو آهي. هو سمجهن ٿا ته دين ۽ ڌرم جو مطلب آهي پيار ۽ همدردي ۽ نه ڌڪار ۽ نفرت. هڪڙو مسجد ۾

وڃي ٿو ۽ پيو مندر ۾. پر هڪ ٻئي کي روڪين نه ٿا.
هو ٽنگ ڏيڻ لاءِ ڪان ٻري آهن. سچ ته اهو شور ۽ شرارت
اسان شهرن جي شيطاني دماغ جو نتيجو آهي. رڳو ٻاڙ
پوڄائڻ لاءِ پيا اهي اجايا ٻوٽا ٻهيون. وزيريءَ ۽ ميمبري
جي لالچ وس تي ٻاڙ کي ڪٿر هندو ۽ ڪٿر مسلمان
سڏائي پنهنجو سوارٿ ٿا سڌ ڪرڻ چاهيون. خبر نٿي
پويئون ته جيري لاءِ ٻڪري ٿا ڪهون. پر لالچ ڇا
نه ٿي ڪرائي!

مان اهو دعويٰ سان چوان ٿو ته هندو مسلمانن ۾
ڪو به وير ۽ ويڇو ڪونهي. اڙي! جيڪي ٻکم ٿا مرن
جن جا انگ اُگهاڙا آهي ڇا جاڻن اوهان جي جهيڙن
جهگڙن مان؟ البت اهو سچ آهي ته ڪجهه ٽياڪڙ جي
ڇهنگه بازيءَ ڪان ۽ کي پنهنجي آپسوارتي پاڳرن جي
اجائي واڪو واڪاڻ ڪان ڪن جي دلين تي اهو وروڌ
جو ٻج ڇٽجي ويو آهي. اڃا به ڇٽجي ته سندن دلين
۾ اهو خيانت پريو خيال گهر ڪري ويو آهي. پر انهن
کي سڌين راه تي آڻڻ سولو آهي؛ رڳو هي به مڪار
پنهنجي چالبازين ڪان باز اچن.

اسانکي هر وقت "تون به رهه مان پڻ رهان" جو
اُصول آڏو رکڻ کپي. اسان تي اهو لازمي آهي ته
پنهنجي عينڪ جا ڪاوا ڪنارا ڪري ٽنگ ڏيڻ

کي ٽڙي ڪيون. دين ۽ ڌرم آهن ٻه پنڌ کي ڦهڪڻ لاءِ ٻه مختلف رستا. جنهنکي جيڪي سولو سمجهي اُنهن تي ڪري. ٻئي جو چاهي جو اچايو دخل ڏيئي شانت وايومنڊل کي ولوڙي؟ آخر ٻه مطلب ته الله سان اٽڻون ڪين جهيڙي سان؟

”رام چئون يا رحيم چئون مطلب ته سدو الله سان آهي، دين چئون يا ڌرم چئون مطلب ته اُنهيءَ جي راھ سان آهي.“
اهڙن سندر خيالن جي چوڌس ڦهلاو سان ايڪتا ضرور ايندي، اوس ايندي. پر اتحاد جو سچو پايو تڏهين پوندو جڏهين ٽياڪڙ ٽپڙ کڻي پنهنجي ملڪ روانو ٿيندو. اُن کان ته ڪو به انڪاري نه ٿيندو ته هندو چاهي مسلمان ٻئي آزاديءَ جا مشتاق آهن. ٻنهي جو دين ڌرم آزاديءَ جي سکيا ٿو ڏئي. پوءِ پڪ آهي ته جڏهين سندن پريتما ”آزادي“ ايندي تڏهين ٻئي سندس درشن ۾ محو ٿي ويندا. هو سڀ ويڇا ڀلجي ويندا. غلط فهميءَ لاءِ ڪا به جاءِ نه رهندي. هرکو هڪ ٻئي کي گلي لائيندو. هندو مسلمان هڪ ٻئي کي ڀائيندو. ڪانگريس جا لايا سچايا ٿيندا. ڀارت ماتا جي جيءَ ٿيندي. هندوستان متان هندو مسلم اتحاد جو جهنڊو دائما جهلندو رهندو.

# پريم

پريت جي ريت نرالي- پريم جا پار ئي پنهنجا- محبت جي مايا ۾ وڃڻ آهي پاڻ وڃائڻ. سنيهه سمجهڻ ڪا سولي ڳالهه ناهه. نيهن جو ناتو تنهن جو ڪاتو پلا ڪير ڪري؛ پڳل دل ڪان پڇو. ميءَ ۾ ڪهڙو مزو آهي، نشيءَ ڪان پڇو. محبت ۾ ڇا مستي آهه، اها ته ڪنهن مستاني ڪان پڇجي. پر هن پيچري تي پير اهو رکي جنهن ۾ همت هجي- جي ڪو ڏرو لڏيو ته اهو عاشق ڪين چئبو.

البت ايترو آهي ته اهڙي گهڙي اچي سڀ تي تي. ڪنهن مهل مڙيئي ماڻهو پاڻ پلايو وهي. پر ساندهه سڪ جو سواد ڪن ٿورن ورتو هوندو. آهي وڏ ڀاڳي ڪي ٿورا جي سدائين رنگ ۾ رتا رهن. سر جو سودو آهه؛ ڪي مانجهي منهن ڏيندا. سڀ جو ڪم ناهي- هتي پاڻ پڇائڻو آهه.

ڪي ويچارا ته وڃن، پر وات تان ئي واپس وريو

اچن. پوندا آهن ڪي اهڙا به آهن جن ڪڏهين ان
چوٽ جو اهڃ ڪيو ئي ڪونهي. آهي نه مشڪل. پر
جي ڪو اهڙو آهي به، ته اهو جهڙو جڳهه ۾ آيو تهڙو نه.
پلا جنهن دل ۾ پيار ڪونهي اها دل ڪهڙي؟ جنهن
ڪڏهين پوهه جي باهه جو سيڪ نه سٺو سو به ڪو
انسان چئبو؟ هيءَ دنيا آهي "پريم - پُري."
پريم - نگر ۾ اچجي، پر پريم جو پتو نه پائجي، ان اچڻ
۾ سود ڪهڙو؟

محبت جي مهما ڳائي ڪير سگهندو؟ هي جادو
آهه جو سڀ ڪنهن تي هلي ۽ سڀڪو هلائي سگهي. هت
ڪو خاص هنر و فهم نه کپي. ڪنهن خاص تعليم تربيت
جي تقاضا ڪانهي. فقط پاڙ وسارڻو آهه. سياڻن جي
نه هتي دال ڳري نه ڳري. هت جيئڻ چريو ٿيڻ ٿو پيو.
قرب ۾ ڪاميابي ابوجهن جي آهه. هتي مٿو نه پر
من کپي- هتي دماغ نه، پر دل کپي. جنهن ٿورو
"ڇا؟ ڇو؟" ڪئي ته وات تي ٿي پيو هوندو. صبر
تحمل جي بازي آهه. جي پاڪر پئي ته به واهه واهه،
پالو لڳي ته به خير صلاح. اها آهي پريت جي ريت.
پريمي ڪان اٿي "پاڙ" پلجيو وڃي.

پريم پارس لوهه کي به سون ڪيو ڇڏي- جنهن پيا
هيلا هار ڪائن اٿي محبت مان پاٿي.

پريم جو ڌاڳو جي پڪو آهه ته بلڪل پڪو؛ جي نازڪ ته نهايت نازڪ. عشق جي تار جي هڪوار ٽٽي نه جُڙي.

قرب نتيجو آهه قربانيءَ جو. جي قرباني ويئي ته ڪشش نه رهندي.

# اڄ ڏياري! پلي اڄ!!

اڄ ڏياري،
ياڳ واري.
تنهنجو اڄڻ سياڳو.
تنهنجو نياپو خوشيءَ وارو.
اونده وچي ٿي،
اُجالو اچي ٿو.
لکين ورهيه ٿيا
ڏس، تنهنجي جنم کي؛
پر تنهنجي آجيان اُهائي،
سواڳت ۾ رتي ماتر به ڪمي ڪانهي.
پر اڳي ڏيئا ٻرندا هئا.
ماڻهن جا چهرا ٻهڪندا هئا.
هو وجود وساري نچندا هئا.....
اڄ به ڏيئا ٻرن ٿا،
ٽولڙا نهن ٿا،
پر ڏيئن ۾ اُها جوت ڪانهي،
مناين ۾ اُها لذت ڪانهي.

ڇو ڀلا؟
ماڻھو ڏياڻيون ٻارين ٿا.
پر مڪڙا ڪومايل-
دليون اُجھائل.
تنھنجو جنم ڏينھن
تڏھين، جڏھين راوڻ جو موت آيو؛
رام موٽي ايوڌيا آيو؛
تڏھين ڀارت ۾ موج ھئي؛
دک ٿورو، سک گھڻو ھو.
ماڻھن خوشيءَ سان مشعال ٿي ٻاريا.
پريم- ڀاو سان سيني گھر ٿي اُجاريا.
پر ھاڻي اھو جڻ ته رواج آھي.
ھيءَ پراڻي ريت آھي-
جھوني نيت آھي.
خوشي ڀلا ٿئي ڇا ٿي؟
راوڻ اڃا جيئرو جاڳندو وينو آھي،
رام جي جيت اڃا ٿي ڪانھي،
غلامن وٽ اڇڻ ٻڌاءِ ٿوڪي وڻي ٿو؟
دل ۾ نه ڪجھ ديپوالي،
تون ڀلي اڇ.

پر سال ته سھين مان ڪوڙ ئو ڇوان؟
جي ٻڪ مرن اُنهن وٽ اڇجي ڪيئن؟
شرڌالو يار تواسي اڳ را تيون جا ڳندا هئا.
تيل جون ڪرنديون پري جوت ڪي جيئرو رکندا هئا.
پر......
اج تيل......
تيل به مهانگو!
هندواسين جي رت ڪان به مهانگو تيل!!
يارت ماتا جا لعل اج تيل تتا ٻارين،
پر رت تا سا ڙين.
جن کي سڪو ٽڪر ڪونهي.
اُهي منائي ڪٿان آڻيندا؟
تون پلي اج ڏياري!
ڏينهن واري! پلي اج؛
پر غريبن وٽ ڇا وڃي،
جن م ساهس ڪونهي،
تن تي بار ڪهڙو؟
اڳين راحت اج ڪٿي؟
اڳي ڦرب مان ڪيھ ڪٽي هو وتيون وتيندا هئا.
پر هيئنر اوير الاء ڪپڙي اُکر به ڪونهي.
پوء تڏهين ڇا هؤ......
اُهي به ئي تندون تارون به جلائي ڇڏين د يوي؟
تون ئي ٻڌاء.

جي انگ اُگهاڙا،
جن جا پيٽ پٺيءَ سان-
سي ڪيئن ڏيا ٻاريندا؟
ڪٿان ٽولڙا کائيندا؟

تون ٻلي اچ.
پر ٻڌايانءِ-
هتي اسانوٽ ٻارت ۾ اڄ اُها ظلمت آهي-
اهڙي اونداهي آهي،
جو تنهنجي جرڪندڙ جيءَ کي به اونداهو ڪري ڇڏيندي.
تون ٻلي پنهنجي لکن ڪروڙن
ڏيئن جي سينا سان هن اونداهي ڪنڌ تي،
هن تاريڪ دنيا تي چڙهائي ڪر؛
پر پڪ اٿم ته تنهنجي لشڪر کي
تنهنجي سر ويچ سينا کي هتان
هن اونداهي ٻارت مان هار کائي پٺتي پوندو.
پوءِ اچڻ مان سود ڪهڙو؟
باقي ٿورو ترس-
سوراج ملي......
سوتنترتا اچي......
پوءِ تنهنجو اچڻ به ٺهي-
پوءِ ٻلي اچ ڏياري!-
ديپوالي ٻلي اچ!!-

# فقير گانڌي

اُن وقت گانڌيءَ - اِروِنَ ناهه تي ڇڪو هو. ناهه جي شرطن موجب مهاتما کي ولايت وڃڻو هو. جيتوڻيڪ سنڌ س مرضيءَ ڪا نہ هئي تہ هو ڪو گولميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿئي پر ڪانگريس جي زور بار ڪان لاچار ڪنڌ ڪڏائي ڪين سگهيو.

هزارن لکن جي تعداد ۾ ماڻهو مهاتما کي بندر تائين اپڙائڻ آيا. جهاز ڇٽڻ ۾ ڪجهه دير هئي. مهاتما پنهنجي شرڌالو هم وطنين سان ڪجهه ڳالهه ٻولهه ڪري رهيو هو. او ڇتو سنڌ س نظر پريان هڪ نوجوانن جي جٿي تي پيئي جي پاڻ ۾ ڪجهه سس پس ڪري ڪلي رهيا هوا. هننجي گفتگو ڪجهه هن طرح هئي:-

”اڙي هو ٻڍو ٻاپوجي تہ ڏسو، ولايت ٿو وڃي تڏهن بہ بدن تي اهي ئي ساڳيا بہ ٽڪر! اتي جا رهاڪو ڊزن پوشاڪن پهرڻ وارا، سي مهاتما کي هن اگهڙي ويس ۾ ڏسي ٺٺوليون ڪين ڪندا؟ هو سوٽن ڪوٽن وارا هن ٽِگڙي پوش تي کهڙو ڏيان ڏيندا؟ اهي ئي بہ ڪپڙا! لباس ۾ ڪو بہ روب ڪونهي.“

مهاتما سندن مطلب کان واقف ٿيو ؛ سندس ٽيڇونسي مهانڊي تي معنيٰ پوري مرڪ نمودار ٿي. گانڌيءَ ڪنهين بہ پرپل ڳلي سان ورائيو:-

”آءٌ ولايت وڃان ٿو هڪ هندستاني جي حيثيت ۾- پنهنجي دکي ديس جي هيٺئي حال جي ترجماني ڪرڻ ئي منهنجي هن مسافريءَ جو مقصد آهي- حقيقت ۾ هر هڪ هندستانيءَ وٽ انهن ٻن ڪپڙي ٽڪرن کان وڌ آهي ئي ڇا؟ ڪيترن وٽ تہ اهو بہ ڪونهي. آءٌ انگريزن کان ڪجهہ وٺڻ وڃان ٿو. جينٽلميڪ سيڪجهہ آهي اسانجو ئي؛ پر تڏهن بہ آءٌ فقير آهيان. آءٌ انهن جو عيوضي آهيان جنکي پيٽ ۾ روٽي ڪا نهي...... مونکي بکئي ڀارت جي تصوير ۾ وڃڻ کپي.“

ٻيلن جي بدن تي جڻ بجلي ڪري- هي لفظ هئا يا جادو؟ سڀ بت بڻجي ويا- ڪجهہ وقت لاءِ سناٽو ڇائنجي ويو- هن هڪ ٻن جملن موجوده ماڻهن جي دلين کي لوڏي ڇڏيو. حاضرينن جون دليون بي اختيار هن فقير جي قدمن تي ڪري پيون- ڪيترن جي اکين مان لڙڪ لڙي پيا. ڪين اهو وسري ويو تہ هو ڪٿي آهن- جهاز ڪوڪ هڻئين. سيٽي چرڪ پريو... دردي دلين ”مهاتما گانڌيءَ جي جيءَ“ جي ڏني مچائي ڏني جينٽليڪ ماڻهن کان آواز اُڪليو نہ ٿي-

جهاز روانو ٿيو - ماڻهو گهر موٽيا - سيٺ جا جسم ساڻا... سڀ سانت ۽ سانت ۾ موٽڻ لڳا.

ڪنهن به ڳالهه ڪو نه ٻوليو - ڀوءِ ٻين به ڏٺو - سڀئي سيٺ رنو.

هوڏانهن ڀارت جو بي تاج بادشاهه لنڊن پهچي ويو - وات تي مصر ڪيس ماڻهن ڏنو. ديس ديس سنڌ س شرڌا سان سواگت ڪيو - هو جتي ويو اُتي ڪيس شاهاڻي آجيان ملي - جتان تي لنگهيو اُتي ماڻهن جا سمنڊ ٺهي ڇليا. ڪنهن ماڻ گلن جي ورکا ٿيڻ لڳي - لکين پياسي نگاهن سنڌس درشن جو انتظار ٿي ڪيو. ڇو؟ ڇاڪاڻ ته گانڌي فقير هو؛ هن جي رڳ رڳ ۾ ديش ڀڳتيءَ جو راڳ ٿي نڪتو - سنڌس وار وار مان انسانيت ۽ روحانيت جي خوشبو ٿي آئي. هن مٿ ۾ هڏن جي پڃري سيٺي کي حيران ڪري ڇڏيو - پيا ته ڇڏيو پر خود برطانيه سرڪار جا حمايتي به سنڌس ٿوري ٿي مست ٿي جهولڻ لڳا. سنڌس لفظ لفظ مان ديش جي لگن ٿي ٻڪي. سنڌس سٽ سٽ ۾ سوز هو.

برابر گولميز ڪانفرنس مان ڪو به ڪڙ تيل ڪو نه نڪتو؛ پر هڪڙي ڳالهه ضرور ٿي. دنيا ڀارت جي تنگ حالت کان واقف ٿي. سڌريل قومن همدرديءَ جا به لڙڪ لاڙيا. ماڻهن سوچيو ته هندستان هينئر ضرور ۽ ضرور آزاد ٿيندو، ڇو ته ڀارت ۾ هڪ گانڌيءَ جهڙو فقير پيدا ٿيو آهي!

# گانڌيجي ۽ اهنسا

رشيا ۽ جرمنيءَ جي عهدنامي کان پوءِ به کُلي پٽ
هئي ته ڏکو له ڪو خاطر خواه فيصلو ٿي ويندو ۽ جنگ
ڪا نه لڳندي. ايا به ڏينهن اک راجنيتي آڪاس ۾
صلح جو ستارو ٿي ٽمڪيو. اوچتو حالتن ڦيرو کاڌو ۽
چيمبرلين ۽ هٽلر ڪڏهن به ٺاهه تي اچي نه سگهيا.
جرمنيءَ جي هرتا ڪرتا جنگ جو ناد وڄايو. پولنڊ تي
چڙهائي شروع ٿي ويئي. برٽن پولنڊ کي مدد ڪرڻ
جو واعدو ڪيو. لنڊن ۾ جنگي تياريون زور شور سان
شروع ٿي ويون. هندستان ۾ به چڱي اٿل پٿل پيدا
ٿي. وائسراءِ مهاتما گانڌيءَ، جناح ۽ ساورڪر کي نينڊ
موڪلي. ماڻهن سمجهيو ته هندستان کي ڪجهه نه ڪجهه
ملي پوندو. جوشيلي حلقي ظاهر ڪيو ته هندواسين
کي موقعي جو فائدو وٺڻ گهرجي. پر گانڌيءَ کي ڪا به
خوشي ڪا نه ٿي. وائسراءِ سان ملاقات ڪرڻ بعد هن
هڪ بيان ۾ ڄاڻايو ته منهنجي همدردي انگلنڊ ۽
فرانس سان آهي. هن صاف لفظن ۾ اهو به ڄاڻايو ته

پارت جي آزاديءَ لاءِ هن وقت انگريزن کي سوڙهو گهٽڻ ناجائز ٿيندو. ملڪ جي گهڻي ڀاڱي، خاص طور جنهن اهنسا ۾ وشواس ڪونهي اُهن کي نراسائي وڌي ويئي. مهاتما اگ به ڪيترن اهڙن وقتن تي خاموش رهيو آهي. دشمن جي ڪمزوريءَ مان فائدو وٺجي، اهو اهنسا جي اُصول جي ورڌ آهي؛ اهڙو خيال مهاتما هزار دفعا ظاهر ڪيو هوندو. خاص طرح جڏهين کان هن ڪانگريس سان بدني ناتا ٽوڙيا آهن تڏهين کان هن اهنسا جي فلسفه تي بار بار پئي زور ڏنو آهي. گانڌي هڪ سچو سنياگرهي آهي. هن ورهين کان اهنسا جو ساڌن ڪيو آهه. اهنسا جو انيو دل سان ٿي ڪري سگهجي ٿو. اهنسا جي دائره ۾ دماغ لاءِ ايتري جاءِ ڪانهي- اهوئي سبب آهي جو اڄ گهڻن ۽ تمام گهڻن هندواسين کي مهاتما جي اهنسا سان مت ڀيد آهن. اسين اهنسا کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا، پر دماغ سان. اسان ڪڏهين به گانڌيءَ جيان سچ جي کوجنا نه ڪئي آهه. عجب آهه ته هندواسين ٿي دفعا اهنسا کي پنهنجو وسيلو ڪري آزاديءَ جي گهر ڪئي آهي، تڏهين به هنن اهنسا کي پوري روپ ۾ صحيح نه ڪيو آهي. اسان اهنسا کي هر وقت نيتيءَ جي نقط نگاه کان پئي ڏنو آهه. پر مهاتما اهنسا کي

پنهنجو ذري تو چالي. عام طرح ته سڀو ته ماڻهو مهاتما جي اهنسا مان بلڪل ڪڪ ٿي پيا آهن. ڪي هندواسي اها حجت ٿا آڻارين ته مهاتما جي اهنسا مت مان ڪو به ڪڙ تيل نه نڪتو آهي، نه نڪرندو. مان به ڪڏهين ڪڏهين انهنجي لهر ۾ لڙهي ويندو آهيان. پر گانڌيءَ جي سکيا گهڻن سان گڏ منهنجي دل تي به پڪو پرڀاو ڪيو آهي. جيتوڻيڪ مهاتما جي اهنسا پوريءَ طرح ڪامياب ڪانه ٿي آهي، تڏهين به منهنجو ويساهه منجهانس رتي ماتر به نه گهٽيو آهي؛ چاڪاڻ ته ڪنهن به چيز جي چڱائي هرو ڀرو انجي ڪاميابيءَ ۾ ڪانهي. جيڪڏهن فقط سوڀ ئي ڪنهن شيءِ جي سٺائيءَ جي ثابتي آهي ته پوءِ چئبو ته هي جو اڄ ڪلهه جي جنگين ۾ بي گناهه آدم کي گولين جو نشان ڪري ملڪ فتح ڪيا ٿا وڃن، اهو به نيڪ طريقو چئبو.

حقيقت ۾ اهنسا جي ناڪاميابيءَ لاءِ نه اهنسا جوابدار آهي ۽ نه مهاتما. اسين جيڪڏهن اهنسا کي اڄ به سچي روپ ۾ قبول ڪريون ۽ انجو استعمال ڪريون ته سوڀ پري ڪانهي. پر ان لاءِ وشواس کپي، ساڌنا کپي ۽ تياڳ کپي، جو اسين ڪرڻ لاءِ اڃا تيار نه آهيون.

”ڪاٻه طاقت جا زور سان حاصل ڪجي ٿي سا وري زور پوڻ سان وڃائي ويهجي.“ مهاتما جي انهن لفظن تي جڏهين جڏهين ويچار ڪندو آهيان ته رهيو کهيو شڪ به ميٽجي ويندو اٿم ۽ اهنسا پر اعتقاد ويٺو تيو پوي.

”اهنسا کي ڇڏڻ سان ڪٿي اسين سوراج حاصل به ڪريون پر وري ٻيءَ غلاميءَ جا پابند ٿينداسين.“ گانڌيءَ جي انهن گنڀير لفظن تي غور ڪرڻ سان مهاتما جي دل جو صحيح فوٽو وٺي سگهبو. ڪير ٿو چئي امريڪا، انگلنڊ ۽ جرمني اڄ سواڌين آهن؟ هو اڄ هٿيارن جا غلام آهن. هو ايشور پلجي ويا آهن. جتي اڳ مهاتما ڪرست جي پوڄا ٿيندي هئي، اڄ اُتي توپن ۽ بندوقن جي بندگي جاري آهي. اها کهڙي نه غليظ غلامي آهي! هو آزاد هوندي به ڪيترو نه پابند آهن! رات ڏينهن ڪين آرام ڪونهي. انهن ٿي پهر ڪين ٻم گولن ۽ گئسن جي اون رهي ٿي. اها آهي هٿيارن جي غلامي. پر اهنسا انهن سڀني پابندين کان رهائي ڏيندي. گانڌي چاهي ٿو ڀارت کي اُها سواڌينتا وٺي ڏيان جا سچ تي ٻڌل هجي؛ جا دائما امر رهندي ۽ دنيا جي سوتنترتا جو ڪارڻ ٿيندي.

اهو ته من - وگيان ( Psychology ) جو هڪ پرسڌ

اُصول آهي، ته جيڪي ڪنهن لاءِ ويچار ڪبو اڳلو
ٻه اُئين ئي سمجهندو. ويچارن جو اثر اوس پوي ٿو.
من - وگيان اِن حقيقت جي تائيد ٿو ڪري. اهنسا
ٻه من وگيان تي ٻڌل آهي. يا ائين چئجي ته من -
وديا وگيان ( Science ) آهي ۽ اهنسا ترتيب (Art)
آهي.

گانڌي ڪٺي هندستان کي سوراج نه وٺي ڏني، پر
ان ۾ شڪ ڪونهي ته مهاتما ڀارت کي سچي آزادي،
جو مارگ ٻڌايو آهي، سو نه فقط هن ديس کي آزاد ۽
آباد ڪندو پر ساري سنسار جي سوادن ۽ سوتنتر
بڻائيندو!

## تلڪ - ساگر مان ٻه موتي.

اڄ هندستان ۾ قومي بيداري چڱي اچي چڪي آهي. وڌندڙ راڄنيتي سڃاڻپ سان هندستاني هيئنر اتهاسي ساهتيه ۽ ساڪين ۾ چڱو چاهه وٺي رهيا آهن. اڄ قومي پستڪن ڪي ڏرمي گرنٿن جهڙو مان ملي ٿو. پر تڏهين به اسانجو تواريخي خزانو گهٽ لڪل آهي. بلڪ ڪيترو سارو ته اسانجي غفلت وچان نابود ٿي چڪو آهه. خاص ڪري اسانجي پوڄنيه نيتائن جا جيون چريتر ته اڃا پوري روپ ۾ پڌرائي ڪين ٿيا آهن؛ نه وري ان ڏس ۾ ڪا اينتري کوجنا به ڪئي ويئي آهي - خير. اينترو چئي اڃا ٿو پنهنجي مطلب تي. مهراج لوڪمانيه تي ڪجهه لکڻو اٿم.

پهرين آگست جو ڏينهن ڀارت ڪڏهين به ڀلجي ڪين سگهندو. اڄ ڀاڳوان تلڪ جي ورسي آهه. تلڪ ڀارت جي انهن فرمانبردار فرزندن مان هڪ هو، جن پنهنجي خون سان ڀڳل ڀارت کي ٽئين سر اڏڻ جو پهريون پايو وڌو.

تلڪ جي ديش ڀڳتيءَ سان اهي ڪي ٿورا هوندا جي برميءَ سگهندا. ڀارت ڀلو سڀ ڪجهه ڀلائي سگهي، پر تلڪ جهڙا سپاتر سندس سيني تي سدائين سبز رهندا.

ڀارت ۾ اُنوقت اونده انڌوڪار هو. هندوستاني سنل ها. هو غلاميءَ جي اثر هيٺ بلڪل هيسجي چڪا ها. ڪين پنهنجي اُنتيءَ لاءِ ڪوبه اونو ڪونه هو. ائين ڪٽي چٽجي ته ڀارتين جي رڳ رڳ ۾ غلاميءَ جو رس پيل هو. اهڙي وقت ڀارت ماتا جي گود لوڪمانيه پيري. هن سوديش جي سجاوت سينگار لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪئي. پنهنجي هم وطنين کي هن آزاديءَ جو جاپ جپايو. اُن وقت آزاديءَ جو نالو وٺڻ پاپ ليکيو ويندو هو. ماڻهو جيل کان ميل پري ڀڄندا ها. ”هندستان - آزاد“ جو نعرو مشڪل سان ٻڌڻ ۾ ايندو هو. ”انقلاب - زنده باد“ ڪرڻ وارن کي حيواني سزائون ڏنيون وينديون هيون. بهادر تلڪ آزاديءَ جو جهنڊو بلند ڪيو. ان عيوض ڪيس ڇهه سال جيل جي سزا سان برما طرف اُماڻيو ويو. جڏهين برما ۾ باندي هو تڏهين هڪ ڏينهن سندس نالي تار آئي:-

”افسوس اڄ توهان جي ڌرمپتنيءَ جو ديهانت

ٿيو.“ تار ڀوري جيلر کي ڏنائين. جيلر تار پڙهي ڇڪتيءَ ۾ پئجي ويو. جيتوڻيڪ هو سرڪار جو نوڪر هو تڏهين به هن واقع تي کيس چوٽ ضرور آئي. سوچيائين ته تلڪ کي تار ڪيئن ڏيان؟ سندس ڪهڙي حالت ٿيندي! کيس سخت صدمو ايندو. اڳيئي وطن کان ٻري. وري هيءَ اوچتي جدائي، سو به پنهنجي پياريءَ سان! سندس دل ٽڪر ٽي ٿيندي، سندس ڪليجو گهبرائجي ويندو. خدانخواسته سندس جيوت خطري ۾ اچي وڃي ..... اهو خيال ڪري جيلر تار پاڻ وٽ سوگهي سانڍي رکي.

اُهو ڏينهن گذريو. ٻيو ڏينهن به باقي پلڪن تي. جيلر جي دل ۾ ڪتڪو. ”ڪهڙي خبر ڪيئن لڪايان؟ منهنجو فرض آهه کيس تار ڏيان.“ پر سندس دل ڏڪي ٿي. اڳيان باهه پويان پاڻي. ڪري ڇا؟ جيئن تيئن ڪري دل ڏاڍي ڪري لوڪمانيه جي ڪوٺيءَ طرف وڌيو. شام جو وقت هو. ڀڳوان تلڪ گيتا جو رهسيه لکي رهيو هو. جيلر وڌي وڃي ٿيو. ڌڪندڙ دل، هٻڪندڙ هٿن سان تلڪ کي تار ڏنائين. تلڪ تار پڙهي- هڪ دفعو وري پڙهي. تڏهن ساهه کڻي وري ڪم کي لڳي ويو. جيلر وسميءَ ۾ پئجي ويو- هي ڇا؟ کيس ذرو به لوڏو نه آيو! هيءَ دليري حيرت انگيز هئي.

جيلر چيو :- ”ڇا توهان کي ڪو به اَلڪو لڳو ٿئي؟
مون سمجهيو تہ اوهانجي حالت الاجي ڇا ٿيندي.
اوهان اکين جي جل سان جيل ٻوڙيندا، مون سمجهيو-
عجب ........!“

لوڪمانيہ گنڀير ٿي سان ورائيو :- ”جيلر صاحب!
ڀارت جي هيتري ساري درد ۾ مونکي پنهنجا سور
سو لا پيا ڀاسن. هندوستان جي ناقابل قياس حالت تي
روئي روئي منهنجي اکين جا چشما خشڪ ٿي ويا آهن.
اڄ اهي بہ ٻوندون نہ بچيون آهن جي ڌرميتنيءَ جي
وڇوڙي تي وهايان!“

جيلر جا طاق لڳي ويا- هنجي دل ادب ۽ عقيدت
وچان تلڪ اڳيان جهڪڻ لڳي.

پڙهندڙ! هي واقع سچو آهي. تواريخ جا ڄاڻو ان
حقيقت جي تائيد ٿا ڪن. هن ڪان سرس ديش ڀڳتي
ڀلا ٻي ڪهڙي ٿيندي؟ تلڪ برابر تاجوَر نہ هو. پر
هو لاشڪ بي تاج بادشاهہ هو. سندس راڄ ماڻهن جي
جسم تي نہ پر دلين تي هو...... اڃا آهي. ۽ ...... نہ
آخر تائين رهندو.

سندس جيون مان ٻيو هڪ واقع دل تي تري
اچي ٿو.

٣١ جولاءِ ١٩٢٠ جو وقت هو. تلڪ بمبيءَ ۾ بيمار؛

باقي توري مهل جو مهمان هو. سندس جوڙاري سندس دوست ۽ همراز هٿ ٻڌي اداس چهري سان ويٺا آهن. تلڪ وقلي اٿي ٿو:-

”آه جليانوالا باغ جو ڪوس ڪيئن ڀلجي ويندس؟ اڄ مونکي ڇڏيو. نه ......... نه آهي مظلوم. اڄ آهي مونکان ڪيئن وسرندا - جن قوم مٿان پنهنجو سر بلڪ سڄو سرونس به سهاء ڪري ڇڏيو!“

واه ڀڳوان تلڪ! سندس سپنن تي به ڀارت جو قبضو هو. ڀارت هنجي رگ رگ ۾ رمي رهيو هو. تلڪ بيشڪ مجنون هو پر ملڪ ليلي تي. هن سڄي عمر پنهنجي ماتر ڀوميءَ جي مالها ڦيريندي وتيت ڪئي. اينري قدر جو پڇاڙيءَ جي پل تائين به سندس دل ۾ سوديش - پريم جون سٽون ٿي اٿيون.

مهراج لوڪمانيه جو سمورو جيون اهڙين گهٽنائن جو املهه مجموع آهي - هو سوديش - پريم ۾ ساگر جهڙو اونهو ۽ اٿاهه هو؛ هتي ته سندس مهراڻ مان فقط به موتي ڏنا اٿم.

# پڪ پاس ٿيندين .

اڄ امتحان جو نتيجو نڪرڻو هو؛ سو سويلئي سنان پاڻي ڪري ويس يارن دوستارن وٽ . جنهن وٽ پيو وڃان سو پيو چوي، ”تون هوشيار آهين، پڪ پاس ٿيندين“ آءُ پيو چوان، ”يار! شل اوهانجي وات ۾ مصري پوي.“ گهمي گهتي موٽيس گهر. خبر پوڻ ۾ اڃا ڪجهه ڪلاڪن جي دير هئي. مان پيو ويچار ڪريان- دل ۾ پيو چوان پاس ڇو نه ٿيندس؟ پيپر ته سنا ڪيا اٿم!

صبح جو پاءُ ويو هو ڏهي وڻڻ. وات تي ڪُنوئي ڪري پيس. گهر آيو بابي ڪڍيس رڙ؛ ڇي ”ڇورا انڌن وانگر ٿو گهمين.“ مون چيو ”بابا نه ڇڙوس. اهو سوڻ سٺو آهه. مان پڪ پاس ٿيندس.“ بس بابي سائينءَ جي ڪاوڙ ٿي ڪافور ٿي ويئي- کلي ويٺو.

منجهند جو ماسي جو ڪٽ تان اُٿي ته پوتيءَ مان پيسا ڪري پيس؛ مون چيو واهه! بيلي مايا جي برسات ٿي برسي! اهو به چڱو اهڃاڻ. خيال ڪيم هاڻ ته سورنهن آنا پڪ ٿي .

٣ مس ٽيا ته ياءُ کي موڪليم؛ مون چيو، "ڏس ته تار آفيس کلي آهه." انتظار ۾ وينو هوس ته در تي ڪنهن اچي کڙڪو ڪيو. مون چيو هاڻي پڪ پاس ٿيو. سمجهيم ته ڪو ياءُ آيو اٿم خوشخبري ٻڌائڻ. ٻر بدلي ۾ ڏنم ڪتو. مون چيو خدا خير ڪجانءِ! خير اُنوقت توري اُٺ ترڻ تي پيئي. ٻر شام جو تار آئي ته مان پاس ٿيس. ڏس ته سائين ٽپا پيو ڏيان. خوشيءَ ۾ نه پيو ماپان. واڌايون وري ويون. سانجهيءَ جو سنگتين جون پينديون اچڻ لڳيون. خوشي ڏاڍي ٿي. سڪه.

رات جو سمهيس ته اهيئي خيال. مون چيو هاڻي پاس ته ٿيس. مونکي خوشي ٿي، مائٽن کي خوشي ٿي. سنگتين کي سرهائي ٿي. ڏاڍو چڱو. ٻر هاڻي ڇا ٿيندو؟ ٻاهر بيروزگاري وات ڦاڙي ويٺي آهه. نوڪري ته ملندي ڪا نه. ٻوءِ ماٺهو ڊگرين حاصل ٿيڻ تي ايتري خوشي ڇو ٿا ڪن؟ ٻنهنجي جهالت تي ٻه کل اچي ويم. البت ايترو آهي ته علم کي پيٽ جو وسيلو بنائڻ بيوقوفي آهي. علم آهي روشني روح جي لاءِ. علم آهي هن اونداهي دنيا ۾ جوت جي مثل. ٻر تڏهين ٻه سڄا سارا ١٧ سال جو ڪتابن جا ڪيڙا ٿي رهياسين، انجو ڪو ته اجورو ملڻ ڪپي. ٻيو نه ته پيٽ

پالڻ نہ سگهي. جي روح کي روشني ڪجهہ نہ پيٽ بہ
اُن پاڻ نہ لهڻو. جي واس پڪيو هوندو نہ پيون ڳالهيون
ونڊيون ڪيئن؟ اتي وبرابر آهي نہ اسين بہ ڪجهہ نہ
ڪجهہ پرايون ضرور تا. پر وچايون ڪيترو تا؟ ڪمائڻ
نہ پري رهيو اُٿلو لٽائڻ سو سکون تا. اسانجي اجوڪي
تعليم اهڙي تہ نڪمي آهي جو ڪو بہ ڪامياب ٿيڻ
ڪان پوءِ رڳو پيٽ قوت جو آسرو بہ نہ تو رکي سگهي.
باقي نت شت سو اُهي تا سکون جن ڪان الله پناهہ
ڏي. ليپي لوٽڪ بہ ڪانہ، هت سڌ مر پڙي تي. مون
چيو پگوان تون ڪو اسانجي ابن کي سمت ڏي. پيو
سو گهٽائي پنگتي سدارا تا ڪن، باقي نوجوانن جي
بهبوديءَ جو تيو پلو! پلا جنهن قوم جا ڪوندر بي ڪرت
وينا هوندا اُها قوم ڪيئن تي ترقي جي اُميد رکي
سگهي؟

آئينده آهي بار ن تي؛ جي نندپڻي نہ بارپائون نہ
وڏي کهڙا قاڙها ماريندا ؟

شل انقلاب اچي.

# ڪرم.

سيتارام هاسٽل،
٩ جولاءِ ١٩٣٧ع.

ساٿي!

پتر پهتو - احسان.

ڪرم تي سمجهاڻي گهري اٿيئي - مونکي طاقت نه آهي جو آءٌ ڪرم جهڙي ڳوڙهي وشيه تي ڪجهه لکي سگهان. مان ته ڇا پر وڏا وڏا گرنٿڪار ان مضمون تي جڏهين خيال ڪندا آهن تڏهين سندن من ۾ عجيب بي هوشي اچي ويندي آهي!

پر تڏهين به مون ڪوشش ڪري قلم کنيو آهي. ٿلل قتل لفظن ۾ ڪرم تي ڪجهه لکيو اٿم - اُميد ته ڪجهه نه ڪجهه اشانتي دور ٿيندي. وڌيڪ خير —

تنهنجو همراز.

'ڪرم' اکر سنسڪرت 'ڪر' ڌاتوءَ (Origin) مان نڪتل آهي جنهن جو ارٿ آهي ڪرڻ. جيڪي ڪي ڪجهه ڪجي ٿو سو سڀ آهي ڪرم. ڪرم ڪيترن ئي قسمن جو آهي. آءُ هت فقط لوڪي جيڪي توهان چاهين تو اهو بڌا ئيندس.

دل جي دڪ دڪ کي به ڪرم ڪوٺي سگهجي ٿو. تون کائين ٿو، پيئين ٿو، اهو به ڪرم آهه. ڪرم ئي نمونن سان ادا ٿي سگهي ٿو. دل ۾ ڪو خيال اچي خراب يا سٺو، اهو به ڪرم آهه. تون ڳالهائين ٿو اهو به ڪرم. تون هٿن سان هاج تو ڪرين اهو به ڪرم.

تون ضرور چوندين ته ڪرم کي سمجهڻ مان ڇا فائدو؟ برابر. مسافر کي جيڪڏهين رستي جي خبر نه آهي، هو اڻواقف آهه وات جي ورن وڪڙن کان؛ بڌاءِ هو ڪاميابيءَ سان پار وڃي سگهندو؟ ناممڪن نه آهي، پر مشڪل ته ضرور آهه. نيڪ انسان به هن سنسار ۾ مسافر آهه. هنجو اصل آشيانو ٻيو آهه. رواجي مسافريءَ طيءِ ڪرڻ لاءِ اسانکي رهبر جي ضرورت پئي ٿي؛ ته ڇا هن هيڏي ساري سفر لاءِ ڪنهن راهه روشن جي ضرورت نه آهي؟ آهي، ضرور آهي.

مومل هڪ طلسمي ڪوٽ اڏيو. سوين سردار آيا... راجائون آيا. يوگي آيا. هزارن حيانيون ڏنيون. ڪيترن

ڪوشش ڪيون، پر سڀ نشڦل ثابت ٿيون. ڪيترا رستو ڳولي نه سگهيا. سڀ ريت پر رهجي، عقل وساري پاڻ کي پاڻ اوڙاهه پر نيڻ لڳا. هو به جيڪڏهين راڻي وانگر سمجهه هلائين ها، پوري دلچسپي سان سچ ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها، ته هوند سندن حياتي بچي پوي ها؛ مومل جي وصل جا حقدار ٿين ها؛ پنهنجي محبوبه سان ملي مدامي مزا ماڻين ها. هي سنسار به وچتر آهي. اننت مايا آهي. مومل جي ڪوٽ کان گهڻو ئي گهڻو پنيلا ئيندڙ!

پر جي راڻي وانگر پهري سجاڳ آهن...... سمجهو آهن، سياڻپ هلائين ٿا، انهن کي تڪليف محسوس نه ٿي ٿئي. انهن لاءِ رستو سولو آهي. سيڪو پنهنجي ڪرمن انوسار لوڙي ٿو. تقدير کان وڌيڪ تدبير پر ويساه رکو. قسمت کان وڌيڪ ڪرم پر وشواس ڌار.

هيئنئر ”ڪرم کي سمجهڻ ضروري ڇو آهي“ اهو ظاهر ٿئي ٿو. ڪرم کي سمجهڻ پنهنجي لاءِ راهه روشن ڪرڻي آهه. رستو جو ڏکيو آهه ان کي سليس بنائڻ لاءِ ڪرم سمجهڻ ضروري آهه. مبادا منجهي وڃون، وڃي ڪنهن اوڙاهه پر ڪرون. جيون جو جهاز سنسار ساگر جي سير پر آهه. لهرون لڳن ٿيون. رات انڌاري. روشني - منار نه هوندو ته رستو ڪيئن هٿ ايندو؟ پنهنجي منزل

مقصود تي ڪيئن رسبو؟ انڪري تدبير جي گهڻي ۾
اونهو وڃڻ ڦلدائڪ ٿيندو.

هيئنئر سوال آهي ڪرم ڪيئن ڄاڻجي؟ ڪرم سٺو
آهي يا خراب، ان جي خبر ڪيئن پوي؟ سون ملمو
آهي يا سٺو اهو ڪيئن سڃاڻجي؟ ڪسوٽيءَ تي گهبو
ته پتو پوندو. ڪسوٽي ٻڌائيندي ته سون سچ پچ سون
آهي يا ٿامو. ڪرم سڃاڻڻ لاءِ اسانکي ڪسوٽي مليل
آهي. ووڪ آهي ڪرم جي ڪسوٽي. ووڪ جي
ڪسوٽي تي ڪرم کي گهبو تہ ڪرم جي چڱائي يا
مندائيءَ جي پروڙ پوندي. لفظ جي معنيٰ نہ ٿي اچي.
اسين لغت (Dictionary) کولينداسين تہ معنيٰ جي
خبر پوندي. ووڪ ڪرم جي معنيٰ ٻڌائي ٿو. ضمير
چئي ٿو هي ڪرم چڱو آهي يا لڱو.

ڪرم جو ڦل :-

جيڪي ڪجي ٿو اُن جو ڦل اوس ملي ٿو. سٺو
ڪرم ڪبو تہ سٺو ڦل ملندو. جي مندو ڪرم ڪبو
تہ نتيجو بہ خراب نڪرندو. مثلاً ڪو ماڻهو محنت
ڪري ٿو. جيتوڻيڪ غريب آهي تہ بہ هو تدبير وسيلي
ٻاڻ کي اوچو ڪري سگهي ٿو. گوڊريج هڪ غريب
ڇورو هو. هن وٽ ڪا بہ ملڪيت نہ هئي، نہ هوس
ڪو ساٿي. پر هن وٽ هڪ املهہ جائداد هئي. هن

جو تدبيرون ويساهہ هو. اُن ويساهہ کي آڏو رکي هن محنت ڪئي. هو چڙهندو ويو- تان جو هڪ وڏي ڪارخاني جو مالڪ ٿي ويو. اڄ سندس نالو نہ فقط هندوستان ۾ مشهور آهي پر ٻاهر بہ. سندس شهرت ڀارت تائين محدود نہ آهي. پر يورپ وارا بہ سندس ڪماليت کان واقف آهن - ڏس اهو آهي سنو ڪرم.

قل جي اِڇا :-

هميشہ تون چوندين تہ ڪرم جو ڦل جڏهين ملي بہ تہ تڏهين اُن جي اِڇا رکڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟ ڪرشن جهڙو اعليٰ انسان اسانکي چئي ٿو "ڦل جي چاهنا نہ رکو." ائين نہ سمجهہ ڄاڪاڻ تہ ڪرشن چئي ٿو اُنڪري ضرور قبول ڪرڻ کپي- نہ — نہ. وويڪ خود چئي ٿو تہ ڦل جي اِڇا رکڻ نہ کپي. اهڙي اِڇا رکڻ ڪو پاپ نہ آهي پر اُن مان اسانکي ڇهو ضرور رسي ٿو. جيڪڏهين ماڻهو ڦل جي چاهنا رکندو تہ ڪيترن وقتن تي هن کي اهڙيون گهٽنائون آڏو ايندون جنهن کان هو بي همتيو ٿي پوندو. نہ فقط بي همتيو پر جي چوٽ ڀاري هوندي تہ شايد هو ناستڪ بنجي پوي. اهي رواجي ڳالهيون آهن; اهي روزانيون ڪارروايون آهن. تورو اڳتي هلان اُن کان اڳہ واجب سمجهان ٿو تہ هڪ ضروري ڳالهہ سنڌء ڪن تي

رسايان؛ جا سچيءَ سونهن جو سار آهي ’ايشور تي ويساهہ‘ پورن وشواس رکڻ کان پوءِ ئي انسان ڪرم جي فلسفہ کي سمجهي سگهندو. اُن لاءِ پهرين اُن پروردگار ۾ ويساهہ هئڻ کپي. دل کي پڪ ڏيارڻ کپي تہ خدا انصاف پسند ۽ نياءَ ڪاري آهي. هو اسانجو راکو آهي- هو اسانجو گهڻگهرو آهي. سندس وفائيءَ ۾ ايمان رک. پل تہ دنيا ڦري وڃي. مٽ مائٽ، ساٿي ۽ رشتيدار بي وفا ٿي وڃن. سندن سک سرد ٿي سگهي ٿي. پر هُن (ايشور) جو آسروئي هميشه ساٿ آهي.

هيئنڙ ڏس- تون ڪنهن سان ڀلائي تو ڪرين. هو توکي بدلي ۾ برائي تو ڏئي. جي ڪرم نشڪام هوندو تہ دل کي لوڏو نہ ايندو. پر جي ڪرم ۾ ڪا لالچ هوندي تہ ضرور دل دکي ٿيندءِ. عجب ڪائيندين. ڪاوڙ لڳندءِ- خار ايندءِ- چوندين مون ڪئي چڱائي، پر عيوض ۾ ملي مندائي! اهو خيال، اهو تيسو توکي تلف تاراج ڪري ڇڏيندو؛ توکي ڀاري چوٽ رسائيندو. اُنکري هميشه ڀاڻ سڃاڻڻ کپي- پنهنجي اصليت ڄاڻڻ کپي. پنهنجو ڪرتويہ پالن ڪرڻ کپي- انکري ڦل لاءِ آس رکڻ دکہ جو ڪارڻ ٿيندو- هيئنڙ سمجهيءَ.

تو محنت ڪئي- سر توڙ ڪوشش ڪئي. تڏهين

به امتحان ۾ ناپاس ٿئين. اُن لاءِ ڏوهي ڪير؟ مان
چوانٿو معاف ڪج- مان چوانٿو اُن لاءِ جوابدار تون
آهين - تون هوشيار هئين - تو محنت نه ڪئي - پر
تنهنجي دل ۾ ڏڪڻي هئي. توکي پنهنجي لياقت
۾ ايمان نه هئو. تڏهين ئي تو دوکو کاڌو. باقي خدا
نياءِ ڪاري - ان لاءِ آئينده اجائي ڏڪ ڏڪ جو شڪار
نه ٿج - دل ۾ حوصلو آڻج - همت رکج - پوءِ سوڀ
پڪ سان تنهنجي آهه.

# ساميہ واد تي ويچار.

گانڌي باغ،
ڪراچي، ۴ سپٽمبر ۱۹۳۹ع.

سَڪا،

جيترو ياد اٿم، شايد ٽي هفتا ٿيندا، مون لکيو هو ته ٻئي دفعه ساميہ واد تي ويچار ٻڌو. ڪالهه آرتوار هو- قدرتاً وڃي باغ ۾ نڪتس- وري ڳالهه اها ته هوس به اڪيلو. سو چيم ته موقع جو فائدو وٺڻ گهرجي. سو وينس انجام ڪي پاڻي ڏيڻ.

ساميہ واد (هڪجهڙائي=Socialism) اڄ جڳت جو مکيہ مسئلو آهي. تمام دنيا جو دماغ ساميہ واد کي قائم ڪرڻ جي انتظام ۾ آهي. تمام سرشتيءَ جو هرڪو مها پرش ساميہ واد جو مهان اُپاسڪ آهن. اُن هوندي به سندن رايا مختلف آهن. چاڪاڻ ته ساميہ واد جو مسئلو جهڙو اهم آهي، اهڙو ئي نازڪ. انهن راين ۾ ٻہ مکيہ آهن:- هڪڙو گرم ٻيو نرم-

پهريون چوي ٿو:-

”شاهوڪار ظالم آهن. غريبن کي ميلاپ ڪرڻ
گهرجي. شاهوڪار شاهيءَ کي ختم ڪيو وڃي. دنيا ۾
غريبن جو جهنڊو بلند ڪجي.“

ٻيو چوي ٿو:-

”برابر ڌني اتياچاري آهن. هو غريبن جي هڏ ماس تي
پلجن ٿا. سندن روزانو گذر غريبي خون کي چوسيندي
ٿئي ٿو. ساميه واد اچڻ گهرجي...... ضرور اچڻ گهرجي،
پر ان نموني نه جيئن اوهانجو رايو آهي. اُن ۾ خون
خرابيءَ دنگي بازي وڌندي. اُن ڪري اهڙو وايو منڊل
پيدا ڪجي ۽ اهڙي تعليم ڦهلائجي، جنهن ڪان هو خود
محسوس ڪن ته غريبن جي سيني تي ڇا ٿو ڏري.
انهن جي ماڻڪين ۾ اُها جوت جڳائجي جنهن سان هو
مسڪينيءَ جو ڀينڪر درشيه صاف طرح ڏسي سگهن.
هنن جو هردي، نرم بنائجي، جيئن هو خود غريبن کي
پائڻ لڳن.“

ڇا برابر آهي، ڇا غلط آهي، اهو اڳتي هلي پڌرو
ٿيندو. پر آءٌ به ايترو ضرور چوندس ته جي غريبن ۾
عزت ۽ شاهوڪارن وٽ محبت پيدا ٿي وڃي ته اڄ ئي
دنيا ۾ هوند گهڻي ناپر اڇي وڃي. اڄ ئي جيڪر
ساميه واد جو ڳرو وشيه سڦلتا سان سماپت ٿي وڃي.

جي غريب شاهوڪارن کي ادب جي نگاهه سان ڏسن ۽ شاهوڪار غريبن کي پريم جي نظرن سان، ته اچ به رام راڄ آهي. سچو ۽ شانتي ميه ساميه واد سچ ته خيالن جي قيري سان ايندو ۽ نه لٺ ڏکي سان. جيستائين دلين ۾ ميل محبت ڪانهي، تيسين دليل به هڪ خالي دلبو ثابت ٿيندو.

اِن سان گڏ اهو به ٻڌايانءِ ته سوشلزم جو آرنڀ پهرين فرانس ۾ ٿيو ۽ پوءِ روس ۾. روس ۾ ڪامياب ۽ فرانس ۾ ناڪامياب بنيو. ائين ڇو ٿيو ان جا مختلف ڪارڻ آهن. اهڙيءَ قسم جو ساميه واد، ڀارت ۾ به ڪن اڳوانن هلائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هلي ڪين سگهيو. جنهن جو ڪارڻ فرانس ۽ روس ٻنهي کان نيارو آهي.

سچ پچ موج به انهيءَ ۾ آهه ته تصوير جا ٻئي طرف قائم رهن. هرڪو پنهنجي پنهنجي خاصيتن سان پُر هجي، هرڪنهن طرف تان ڏسندڙ جي جذبات ۾ ٻهاري ايندي وڃي. ڏني، ڏني ئي رهن. غريب، غريب ئي. ليڪن حڪومت جون واڳون غريبن جي هٿ ۾ هجن.

ان خيال کي مد نظر رکندي. پنيان پراڻي اتهاس تي نگاهه وجهبي ته عجيب گل نظر چڙهندا. پراچين پستڪن کي ورائيندي ائين معلوم ٿيندو ته اڳ به سوشلزم هو. ڀارت جو ته خاص ڪري پراچين راڄنيتڪ

پهلو ساميہ واد جي آڌار تي اڏيل نظر ايندو. پراچين هندستان جي قانوني عمارت ساميہ واد جي بنيادن تي کڙي ٿيل نظر ايندي.

اڳ بہ راجا ها. مهاراجا ها. وٽن تو بون هيون، تلوارون هيون. ليڪن هنن جي هلائڻ جو حق ڪين نہ هو پر غريبن کي.

(۱) رام راڄ اڄ بہ مشهور آهي. مهاتما ٻارا بہ مٿس موهت آهن. ائين ڇو؟ اها ڪهڙي خوبي هئي رام راڄ ۾ جيڪا هيترين هزار صدين جي مفاصلي تان اڄ بہ پنهنجو چمڪاٽ ڇڏي رهي آهي؟ جواب ايندو تہ اُن وقت غريب شاهوڪار جي وچ ۾ پيد ڀاوَ ڪو نہ هو. چوڏر شانتيءَ جو وايو منڊل هو. رام راجا هوندي بہ غريبن جو حامي هو. غريب ۽ شاهوڪار سندس ٻن اکين جا بہ تارا ها.

رام گهران اڪيلو نڪتو. راميشور ۾ ڪيس لکن جي تعداد ۾ ڏسون ٿا. رستي ۾ هن نشاد کي گلي لڳايو. ڀيلڻيءَ جي ڀاوَ کي هن پريم سان قبوليو. هن هنومان سان محبت ڪئي. مطلب تہ جو ڪيس مليو اُن کي پيار ڪندو ويو ملائيندو. نتيجو؟ لنڪا جي يڌ - ميدان ۾ سڀ رام تان نثار ٿيڻ لڳا. رام راجا هو. شاهوڪار هو. پر سندس سينا غريب هئي. رام مٿن پيار جو هٿ

ڏنو. غريبن سندس عزت رکي. سيتا سندس سپرد ڪئي.

(٢) اڳئين وڪ وڏائيءَ ۾ ايندو ڪرشن جو زمانو. ڪرشن اميري اولاد هو، پر ننڍي هوندي ئي سندس سنگهه غريب گوپ گوپالن سان هو. پاڻ سکيو هو، پر غريبن کي ڏکي ڏسي سندس هردو گهٻرائجي اٿيو. هو پنهنجي مامي ڪنس سان لڙيو. ڪيس مات ڪري هن مسڪينن جي پت رکي.

(٣) وچين وقت ۾ گوتم آيو. هن منش ماتر ته ڇا پر گگدامن کي به گلي لڳايو. هن جانورن کي به پاڻ سرکو سمجهيو. سندن ڀوڳن تي هو خون ڏيڻ لاءِ تيار هو.

(٤) گرو گوبند سنگهه پنجن پيارن کي پهل پياري. موت ۾ گروءَ سندن ذات ورتي. ٻڌاءِ هيئنر گرو ڪير ٿيو؟ گروءَ ننڍي وڏائي جو تفاوت نه رکيو. گروءَ چيلي جو ڀيد مٽي ويو. اها آهي هڪ جهڙائي، جنهن ۾ سڀو آنند آهي.

هيئنر اسلامي الهاس ۾ اک ڦيرائجي ته اُتان به ڪيترا ئي بها رتن ملندا جن مان هڪ ٻه هت ڏيان ٿو.

هڪ زماني، حضرت علي خلافت جاوڳي ۾ ويٺو هو.

اُتي ساڻس هڪ عيسائي دوست ملڻ آيو. دستوري خوش خير عافيت بعد هو حضرت کان گهرو حال احوال وٺڻ لڳو. عليءَ کيس اڄ ۾ روڪيو ۽ چانوٽيءَ جو ڏيئو وسائي هو کيس پنهنجي گهر وٺي آيو. اُتي کيس وڏيڪ بات چيت ڪرڻ لاءِ ڇپاليين. حضرت جي ان عجيب هلت تي سندس دوست کي حيراني وٺي ويئي- اُتاولائيءَ مان عليءَ کان سمجهاڻي گهريائين- عليءَ گنڀير ٿا سان وراڻيو تہ جيئن تہ چانوٽيءَ ۾ عام جي پئسي جو تيل ٻري رهيو هو تنهن ڪري اُهو عام جي ڪاري ۾ ئي لڳائڻ کپي. پر سندس دوست ڪائنس شخصي حال اوال وٺي رهيو هو، اُنڪري هن واجب ڄاتو تہ اهڙا سوال سندس گهر ۾ ئي سونهندا. عام جي پئسي تي فقط عام جو اڌڪار هئڻ گهرجي. هن کان وڏيڪ سهڻو ۽ سٺو سامي واد ٻيو ڪهڙو ٿيندو؟ هڪ ٻئي سان سچائيءَ، ايمانداريءَ ۽ انسانيت جي ورتاءَ کي ئي سوشلزم تو سڏجي.

سامي واد جو سچو مطلب اهو ئي آهہ تہ عام ۾ هڪ ٻئي لاءِ جوابداري پيدا ڪجي- ديش جا شاهوڪار، جي بلڪل بي خبر آهن ديش جي غريبيءَ کان، اُنهن کي بيدار بنائڻ، غريبن ڏانهن سندن ڪهڙو فرض آهي، اهو سارو قصو ٻڌائڻ ۽ محسوس ڪرائڻ ئي سچو

سامي واد آهي. ۽ اڄ ڪلهه جي سامي واد ۾ هڪڙيءَ
ڌر (غريبن) کي ناجائز طريقي ڀڙڪايو وڃي ٿو. هوڏانهن
ٻئي طرف شاهوڪارن کي حقيقتن کان ايترو واقف
نٿو ڪيو وڃي. نتيجو اهو ٿو نڪري جو سک ۽ شانتيءَ
بدلي اُلٽو ترشي ۽ تڪرار ٿو وڌي. منهنجو ته اهو
وشواس آهه ته اڄ ڪلهه جو طريقو اختيار ڪيو وڃي
ٿو اُهو بلڪل ئي اسمرت آهي، گهربل سڌاري آڻڻ لاءِ.
رشيا ۾ اڄ نئين اُٿل پٿل پيدا ٿي آهه. شتڪن تي به ٿي
خوني حملا ٿيا آهن. اِهو ثابت ٿو ڪري ته ماڻهو
موجوده سرشتي مان به ڪڪ آهن. تازو گانڌيءَ کان
ان مسئلي تي رايو گهريو ويو. مهاتما صاف لفظن
۾ چيو ته غريب شاهوڪارن کانسواءِ رهي نٿا سگهن.
مهاتما ايترو به چيو ته شاهوڪار ملڪ لاءِ ايترو ضروري
آهن جيترو غريب. ان جو مطلب اِهو نه آهه ته
مهاتما کي غريبن لاءِ همدردي ڪانهي. گانڌيءَ کان
وڌيڪ غريبن ۽ ڪسانن جو حامي ڀلا ٻيو ڪير ٿي
سگهيتو؟ البت مهاتما به ايترو ضرور چئي ٿو ته
شاهوڪارن جي درشٽيءَ ۾ ڦيرو ضرور آڻڻ کپي.
ناڻي وارن وٽ جو ڌن آهي اهو غريبن جي امانت
آهه. شاهوڪارن جو اِهو فرض آهه ته هو ڏسن ته
سندن غريب پاڙو بک ته نه ٿا مرن. شاهوڪارن کي

"تون بہ رهہ، مان ٻي رهان" جو اُصول هميشه اڳيان رکڻ کپي - ان ۾ ملڪ جو سدارو ۽ سڌارو نيتارو آهي.

مطلب ته جيسين مٺورتيءَ ۾ قيمو نه ايندو تيسين سڀ تجويزون فضول ۽ ناڪام ثابت ٿينديون.

ٻي هڪ وڏي هاڃي جا اڄ ڪلهه جي هڪجهڙائيءَ ۾ آهي، اُها ٻڌائڻ ٻي جاءِ نه ٿيندي. اڄ ڪلهه جي ساميه وادي اُصول ۾ هوشياريءَ ۽ هنر لاءِ ڪا به خاص جاءِ نه رهندي. هاڻي ٻڌاءِ، جن جي قدرشناسي نه ٿيندي، تن جي دل ڪيئن ورندي؟ دنيا ۾ نالو ڪڍڻ، پدارت پائڻ ۽ شاهوڪار ٿيڻ جي آس انساني سڀاءَ ۾ آهي ٿي آهي ۽ اُهو ڪو گناهه به ڪونهي، بشرطيڪ ماڻهو ٻئي ٻنهنجي حاصلاتن جو اجوڳو فائدو نه وٺي - موجوده ساميه واد ۾ سياويڪ دل ۾ ترقيءَ لاءِ تات نه ٿي رهي، جا ڳالهه بلڪل هاڃيڪار آهي.

سڀ سان ساڳيو ورتاءُ ٿئي، اُن ۾ ڪير ارهو ٿيندو؟ هرڪو انسان، جنهن ۾ انسانيت جو ذرو به انگ آهي، اُهو چاهيندو ته سڀ سکيا ستابا رهن. ڪو به شل دکي نه رهي. پر جنهن نموني اڄ جي ساميه واد سرڪار سيٺي جي ڀيٽ جو ليکو ٿي ڪڍي اُهو آخر قوم کي ڇيهو رسائيندو. جن کي ڀيٽ ڀيو ملندو اهي مٿو ڇو ماريندا؟ ڪم برابر انهن کي به ڪرڻو پوندو - پر

ايمانداريءَ جو پورهيو، لب لالچ کانسواءِ ڪي ٿورا ماڻهو ڪندا هوندا. اهي آهن ٿوري ۾ ساميهواد تي ويچار.

مون ساميهواد جا ٻئي لمونا تنهنجي پيش رکيا آهن. توکي کهڙو ٿو وڻي، ان لاءِ فيصلو توکي ڪرڻو آهه. منهنجو ووٽ مهاتما سان آهي. وڌيڪ سڪ.

تنهنجو ساٿي-

# ڀارتواسي جاڳ.

اڄ ملڪ جي حالت اُبتي آھ. ڪڏھين اسانجو ڪمال ھو، پر افسوس! اڄ زوال. ڀارت، جو اڳ ٻين کي دعوتون ڏيندو ھو! ھزارين پينو ڦھرجي ويندا ھا ھن پياري ديس مان. ڪيترا سچا ساوا تي ويا ھن گنجخاني مان. اڄ اُھو ساڳيو ھندستان، جنھنکي ڪنھن سمي گلستان سان پيمت ڏني ويندي ھئي. جو باغ جنت کان بھتر ليکيو ويندو ھو. افسوس! اڄ اُھو ساڳيو ڀارت ترين ير آھ. اڄ اڳيون اوج ڪونھي. خوشي ڪانھي. اڄ بک ۽ بيروزگاري ڀارت تي غالب آھن. ڀارت ماتا پر اڌ ينتا جي پيڇن ۾ بختي آھ. اسان جا ابھم اڄ سڪي ٽڪر لاء پيا واجھ وجھن. اسان وٽ اوڍڻ لاء اوڇڻ ٽڪر ڪونھي. جو ڀارت ڪنھن وقت عرش تي اُڏامندو ھو، سو اڄ فرش تي ڦٿڪي رھيو آھ. اُن سياھ بختيء لاء ڪير جوابدار آھي؟ اسين، اسان جي سستي، اسان جي منڌي منورتي ۽ قوت.

پر ڀارتي! اھا حالت ڪيسين قائم رھندي؟ جڏھين

ساري دنيا سستي تياڳي سوتنترتا ڏانهن وڌي رهي
آهي، تڏهين تون، او هندستاني! او رام ڪرشن جا
پوڄاري- او اڪبر جي اولاد، تون ڪيستائين سستل
رهندين؟ مصر پنهنجو ميٽيل نانءُ وري قائم ڪيو آهي
ترڪي اڄ ترقيءَ جي تواريخ ۾ اول نمبر اچي چڪي
آهي. آئرلنڊ آزادي جي آهوتيءَ ۾ سوين سر سهاءِ
ڪري ڀيهر زندگي حاصل ڪئي آهي.

ڇا زماني ۾ ايڏي اُلٽ پلٽ ڏسي توکي رشڪ نٿي
اچي؟ ڇا توکان پرتاب وارو پريم وسري ويو؟ ڀلي
هاڻي اُٿ! پنهنجي دکي ديش ماتا جي صدقي. پنهنجو
اباڻو ورثو، جو تو وڃايو آهي اُهو دوباره حاصل ڪر.
اُٿ پارٿي! جاڳ.

# ڳوٺ سڌار هلچل ۽ اسانجو فرض.

هندستان جو اٽڪل ٨٠ سيڪڙو آدم ننڍن ڳوٺن، وهڻن ۽ وسين ۾ وسي ٿو- باقي سؤ تي ٢٠ ماڻهو رهن ٿا وڏن شهرن ۾. اُن مان ثابت آهي ته هندستان ملڪ ڳوٺن جو جڙيل آهي ۽ نه فقط شهرن جو، جيئن عام طرح اسين شهري سمجهندا آهيون- ايڏو آدم جو ڳوٺن ۾ رهي ٿو اهو ڏيکاري ٿو ته هندستان جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ جو پئسو کپي ٿو اُهو به گهڻي حصي، سڌيءَ يا اڻ سڌي طرح ڳوناڻا ئي ڀرين ٿا. تنهن جي معنيٰ ته جيترو اسين شهري سکن ۽ سهوليتن ملڻ جا حقدار آهيون، اوترو بلڪ ان کان مٿي ڳوناڻا به حصيدار آهن. درحقيقت آهي به ائين. ان تي ٻه رايا ٿي نٿا سگهن.

پر اسين شهري اهڙا ته خود غرض ۽ مغرور آهيون، جو حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿن ۾ ڏسي ڳوناڻن ڏانهن نهاريون به ڪو نه ٿا. اسين شهرن جي سکن ۽ سوادن ۾ ايترو ته مخمور ٿي ويا آهيون، جو ملڪ جي سچيءَ هستيءَ، ڳوٺن جو ڪو به اونو نه ٿا رکون- سمجهون

ائين پيا ته جڻ اُبري لهي ٿي اسان تان ٿي. قضائي جي
ڪبهن ڳوناڻي جو پلءُ لڳي وڃڻ، ون ته هوند پهرين اهو
ويڻ ڏيونس، ته ”هل ڙي واهڻي.“ اڄ پاڻ شهري
آهيان، پر شهرين جي اهڙيءَ خشڪ ۽ خنڪيءَ پري
هلت تي تعجب سان گڏ دک به ٿيندو اٿم. ڏاڍا ڇار
ايندا اٿم، بعضي ته چئي ڏيندو آهيان ته ”اڙي شهري!
توکي وري ڪهڙا سونا پر پيا آهن.“

ائين برابر آهي ته اسين شهري ڏورا چالاڪ آهيون
۽ ڳوناڻا سادا. پر اسانجي چالاڪيءَ پنيان چلولائي ۽
حرڪت پريل آهي. ڳوناڻا ويچارا آهن سو سادا پر آهن
سچا. منجهن جيترو محبت جو معادو پريل آهي اهو
اسان شهرين ۾ گهڻي حصي گهٽ آهي. مهمانوازي ته
ڪو وٺا ئن سڪي.

اسانکي اها ئي آڪڙ ته اسين سدريل آهيون - سچ پچ
اُن چوڻ ۾ وڏاءُ نه آهي ته اسين ڳوناڻن سان اُهو ورتاءُ
ڪندا آهيون جو آريه لوڪ اڻ آرين سان ڪندا هئا.
پر ڪي پاڻ کان به پڇيو اٿئون؟ سچ ته پاڻ کي هرڪو
سڏائي، پر ڪڏهين پنهنجي پٺ ورائي به ڏنو اٿئون؟
شهري ڪيتري قدر سدريل آهن اُهو هو پاڻ کان پڇن؛
هٿ جي ڪنگڻ کي آرسيءَ جي ضرورت نه آهي.

افسوس! اسان ڳوٺن سان گڏ ڳوناڻن هنرن کي به هٿون

وڃائي ڇڏيو. شهرن جي ڇاڻين ۾ اچي اسان پنهنجو سڀ ڪجهه ڳنوائي ڇڏيو. نتيجو اهو نڪتو جو اڄ اسين ڏسون ويٺا. تجارت جي ترقيءَ کي بيهو اچي ويو. همت جا هنر ٻنهه ٻند ٿي ويا.

هيمنئر اسين ڪريل ۽ ڪنگال آهيون. اسان کي ڪمائڻ لاءِ ٻوڙو ان ڪونهي ۽ نه اوڍڻ لاءِ ڪو اوچڻ ٽڪر. اسانجا ابهم ٻُڪ ٻُڪ ڪري ٻَڪ تي وڃن ٿا. ٻُڪ ۽ بيروزگاري اسان وٽ گهر ڪري ويٺي آهه. پيٽ پالڻ اسان لاءِ مشڪل مسئلو ٿي پيو آهه. جيوت بوجو سمجهي روزانه ڪيترا جوان تنگ اچي پنهنجي منڙي جوين جو ياڻ خاتمو آڻين ٿا.

اسان پنهنجي سون ورني سيينا وڃائي ڇڏي. اباڻو ورثو اسان اجهو ائين غفلت ۾ اُڏائي ڇڏيو. اڄ جو اسين ٻر وس ۽ پوئتي پيل آهيون اهو سڀ ان پاپ جو بدلو آهه. اڄ اسانجي ڪا به عزت ڪانهي.

دنيا جي بلند ديس ۾ اسانجو هميشهه وارو اوچو ڳاٽ اڄ نميل نظر ايندو. افسوس!

ديس جي اها درگت ڏسي ملڪ جي مايهءِ ناز مجنون مهاتما گانڌيءَ جي دل ۾ اهو خيال آيو ته ڳوٺن کي نئين سر اڏجي. ديهاتون دوباره هستيءَ ۾ اچن اهو هندستان لاءِ لايدائڪ ٿيندو، ائين مهاتما

پڌرو ڪيو. ان خيال سان مهاتما پنهنجي سر وڃي ڳوٺن ۾ ڪم شروع ڪيو، جنهنکي اڄ اسين 'ڳوٺ سڌار هلچل' ڪري ٿا سڏيون. هيئنر ته مهاتما اصل ڳوٺن ۾ ديرو دمائي وينو آهي. گذريل سال گانڌيءَ هڪ گنيير پرتگيا ڪئي. ظاهر ڪياءِ ته آءٌ هيئنر حياتي جو باقي حصو ڳوناٽن جي شيوا ۾ ئي گهاريندس- بيماري جي حالت ۾ به فقط ڳوناٽيون سٽيون استعمال ڪندس. اڳ گانڌي جي سابرمتيءَ جي سنت سان مشهور هو پر هيئنر کيس شيگانو جو ساڌو سڏيو وڃي ٿو. بس مهاتما جيءَ کي هيئنر ڳوٺن ۾ ڪم ڪرڻ وڻي ٿو. مهاتما چوي ٿو ته ملڪ لاءِ اهو ئي واحد حل آهه. جيستائين ڳوٺن ۾ جاڳرتا نه ايندي تيستائين ملڪ جو ڪو به چاڙهو نه ٿيندو، اهو مهاتما جو زوردار رايو آهي. سندس سهاري هيٺ هندستان ۾ ڳوٺ سڌار هلچل چالو آهي. هيئنر سرڪار به ڪر موڙيا آهن- گرام سڌار تي بجيٽ بهال ڪئي ويئي آهه- پر ان مان ڇا ٿيو؟ اسين جيڪڏهين ان رفتار سان هلندا سون ته اهو ڪم صديون ڪائي ويندو- اسان کي کپي ته دل و جان سان ان ڪم ۾ سات ڏيئي، جلدئي ملڪ کي ترقيءَ جي راهه تي آڻيون.

## اسانجو فرض :-

هر ڪنهن انسان تي ڪانه ڪا جوابداري ضرور رهي ٿي. هر ڪنهن کي ڪونه ڪو ڪاريه ادا ڪرڻو آهه. فرض ۽ فڪر کان جو فارغ آهي، اهو انسان ٿي نٿو سگهي. ڪو مڙيوئي ڪم اسانکي ضرور ڪرڻو آهه. البت ائين آهي ته وڏن تي وڏا فرض آهن ۽ ننڍن تي قدري گهٽ، پر جوانن تي جان تان اُها جوابداري آهه جنهن ۾ جفاڪشيءَ ۽ جيءَ جو جوکو رهي ٿو. اسين نوجوان آهيون، اسان ۾ جوين جو جوهر آهه ۽ سياويڪ ڪم ڪرڻ جي شڪتي زياده. ان ڪري اسان تي فرض ۽ جوابداريون به اُن ڏانهن جون آهن. اسين شاگرد آهيون، پڙهڻ اسانجو پهريون فرض آهه. پر ساڳئي وقت اسان کي اهو ڀلجڻ نه وڃڻ کپي ته اسان تي ٻيا به ڪي فرض آهن.

دنيا جي اِتهاس تي نظر ڦيرائبي ته پتو پوندو ته جدا جدا ملڪن جي واڌاري سڌاري لاءِ جوان ئي جوابدار آهن. قوم جي قسمت جون ڪنجون اسان نونهالن وٽ آهن. آزاد ۽ اُسريل ديسن جي تواريخ اِن حقيقت جي تائيد ٿي ڪري. جن جن ملڪن ڪماليت حاصل ڪئي آهه، جي ملڪ اڄ چوٽ چڙهيل آهن اتي نوجوانن جو پرتاب آهه. هي سڀ جوانن جي

بدولت آهي. اِن مان ثابت ٿيو ته پنهنجن ڪمن کان سواءِ اسان تي ٻيا به ڪي فرض آهن. اسانکي خود غرضيءَ جو خيال ڇڏي، پنهنجي خفتن کان آجو ٿي، ديس جي ترقي لاءِ تن ڏيڻو آهي. ملڪ معنيٰ ماڻهو؛ وطن جو فائدو اسانجو فائدو آهي. جيڪڏهين ديس پريو پاڳيو آهي ته اسين به آسودا ٿينداسون. اسين سکيا ستابا تڏهين ٿينداسون جڏهين ديس جي سهيڙ ۽ سڄاوت ٿيندي. باغ ڪهڙو به هريو پريو ڇو نه هجي، پر جي باغبان بي خبر رهندو ته آخر اهو باغ بيابان ٿي ويندو. پنهنجا پراوا اچي اُن قلوازيءَ کي ڦريندا. پلا جتي هوندي پَتِ، سَتِ هوندي ڪانه، اُتي سوتنترتا ايندي ڪٿان؟ انڪري اسانجو اهو فرض آهي ته پنهنجي ملڪ جا محافظ ٿي اُن جي اُنتيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيون. اسان کي هر سال ٢-٣ مهينا اهڙا ضرور ملن ٿا جڏهين اسان کي پڙهڻ وغيره جو ڪم نه ڪرڻو آهي. اسان کي موڪل ملي ٿي ته اسين آرام ڪريون. آرام جو مطلب اِهو نه آهي ته اسين پنهنجو وقت عيش عشرت ۾ وڃايون. ائين ته ڇت ڇلولو ٿي پوندو. ڪم انسان لاءِ اوترو ضروري آهي جيترو اَن، جل ۽ وايو. اج ملڪ اڳيان ڳرو مسئلو آهي ڳوٺ سڌار جو. ڇاهي جي اسين اِهو واندو وقت ڳوٺن جي

بهبود ۾ بلي خرچ ڪريون؟ ڳوٺاڻا ويچارا جي ڪيترن مرضن ۾ مبتلا آهن، جن وٽ ڪا به تعليم تربيت ڪانهي، جي ملڪ جي واءُ سواءِ ڪان بلڪل ئي وانجا ٿا رهن. اُني اسانجو اِهو فرض آهي ته اسين وٽن وڃي کين علم ڏيون، ساڻن حال ڀائي ٿي سندن ڏکن دردن نورت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون؛ اِن مان ملڪ کي فائدو هڪ طرف رسندو ته اسان کي وندر ڏار ملندي. آزمودو به ائين ٿيندو آهي. ايترو ڪريون تڏهين به هوند ڳهٽوڻي ڪجهه ٿئي. ملڪ جيڪر ڪنهن ٻيءَ ڪڙي تي رسي.

اُميد ته جوان جاڳندا ۽ جلد ئي ڪنهن جماعت جو پايو وجهندا، جا موڪلن جي موقعن تي، ڳوٺن ۾ وڃي غريب ڳوٺاڻن جي شيوا ڪري.

# ٻالڪ.

منهنجا البيلا سردار!

تنهنجي معصوم جيون تي غور ڪندي، دل ٿي دل ۾ چوندو آهيان، ته وس پڄيم ته هوند هڪوار وري تنهنجو جامو ڀريان. توکي لاپرواهيءَ سان راند رمندو ڏسي خواهش ٿيندي اٿم ته آءٌ به جيڪر تو سرتو هجان. تنهنجي طوطلي ٻولي ٻڌي مان دنيا جي اعليٰ ۾ اعليٰ ترين ڪوتا کي بي اختيار ڀلجي ٿو وڃان. تنهنجا واريءَ جا اڏيل ڪوٽ ڪنهن به ڪامل ڪلاڪار جي شهرت کي شهه ڏيڻ لاءِ ڪافي آهن.

تون ننڍڙو آهين، معصوم آهين. توکي ڪا ٻوجهه ڪانهي؛ اسين توکي نادان ٿا ڪوٺيون، پر تنهنجي اگيانتا ۾ ڪيڏو نه گيان لڪل آهي! تنهنجي دنيا ۾ وير وروڌ کي به دخل ڏيئي نٿو سگهي. تنهنجي خيالن جي ساگر ۾ حسد جي هڪڙي لهر به ڪانهي.

آءٌ کو سنسار جي مصيبتن پيءَ کونه ٿو ڇڏان.

مان آهيان مشتاق فقط تنهنجي معصوميت تي. جنهن ابو جهائيءَ ۾ گيان جو سارو ڳجهه سمايل آهي.

ساگر جي چنچل ڇولين جي سانده ڇڪتاڻ کان ساحل کهڙيءَ به سخت ڇوليءَ کي بنا ٻڙڪ ٻولڻ جي سهسائي ويندو آهي. نيڪ طرح آءٌ به دنيا جي لاهين چاڙهين تي هري ويو آهيان. هيئنر اهي لوڏا مون لاءِ روزانيون ڪارروايون آهن. اها اُت ويهه مونکي نٿي ٽڪائي. پر فقط هڪ ڳالهه اچا برداشت ڪري نٿو سگهان. هن انسان جي روپ ۾ شيطان جي شرارت ڀريل ڳالهين تي ويچار ڪرڻ سان ڪليجو ڪنبي وڃي ٿو. هن اشرف المخلوقات خدا جي خدائيءَ کي ڪيڏو نه ڪارو ڪيو آهي!

اسين پنهنجي حاصلاتن تي ڪيڏو غرور ٿا ڪريون! اسان هوائي جهاز ٺاهيا؛ اسان تند بنا تار جي ايجاد ڪئي؛ اسان اُهي واهڻ ٺاهيا آهن جن وسيلي اسين منٽن ۾ هزارها ميلن جي مفاصلي کي طيءِ ڪري سگهون ٿا. پر هي سڀ ڇا لاءِ؟ هي ظاهري ترقي، هستيءَ کان وڌيڪ، اساڻي نيستيءَ جو ڪارڻ ثابت ٿي آهي. هي سامان آهي موت جو، جو ماڻهوءَ پاڻ کي نگهوسار ڪرڻ لاءِ بڻايو آهي. اسين توکي ٿا سيڪاريون؛ توکي سمجهايون ٻجهايون ٿا. توکي ڌرم

اڏري ۽ سچ کوڙ جا پرٻوڌ ٿا ڏيون. ”پاڻ نه پلي ڏو جهان منيان ڏيوي“ وارو قصو چٽبو. اسين پاڻ کي انسان ٿا ڪوٺيون. حقيقت ۾ اسين اوستائين انسان آهيون جيستائين اسان ۾ انسانيت آهي؛ پر جي ماڻهپو موڪلائي ويو ته اسين ماڻهوڪٺي جا ٽياسين؟ اها ڪهڙي بهادري آهي جو بي گناه آدم مٿان بم گولا وسائي ڪين ناحق موت جو مزو چکائجي؟ اها ڪهڙي انسانيت آهي جتي ڪا به خدا ترسي ڪانهي؟

منهنجا معصوم ديوتا! تون اسانجي رهنمائي ڪر. تون هن وهلور ويل دنيا جو سونهون ٿي ڪيس سنئين دڳ لاءِ. سنسار لاءِ اج ٻيو ڪو به رستو ڪونهي، سواءِ تنهنجي پوئواري ڪرڻ جي.

تنهنجو پوڄاري.

# ڪشاده دلي.

اونهاري جي موسم. ٽاڪ منجهند جو وقت هو. ڪانءَ جي اک ٽي نڪتي. هرڪو پنهنجي گهر ۾ آرامي هو. پر بار آهن بادشاه، هو ته ٿڌيءَ ڪوسيءَ جي پرواهه ئي نه ڪن. ٽوليءَ جي سردار پنهنجي ساٿين اڳيان هڪ رٿ پيش ڪئي، جا يڪراءِ بحال ٿي. منصوبو رٿيو ويو ته اڄ راج-محل جي ٻاهران، جو چمن جو باغ آهي، اُنتي هلي وارو ڪجي. سڀيئي سنيري نڪتا. رستي تان پٿر ميڙيندا اچي باغ پيڙا ٿيا. آڦي باقي جو ڏنائون ته مالهي به ڪونهي، سو هيڪاري سنڌن مڪو مچي ويو. نه جهل نه پل، اچي وٺن کي ورتائون. چمن جا لاهي ڍير ڪيائون. پر ٻاراڻو سياءَ- چشڪي جي لالچ- سو بس ڪتي ٿا ڪن. قضا سان هڪڙو پٿر ٿڙي وڃي راج-محل جي ورانڊي ۾ ڪريو. راجا اُن وقت پنهنجي وزيرن سان ڪنهن سياسي مسئلي تي صلاح مصلحت ڪري رهيو هو. وري بد قسمتي اهڙي جو پٿر لڳو به راجا کي. وزير وائڙا ٿي ويا. دربارن ۾ هلچل شروع ٿي. چئني طرف پوليس ڊوڙي. ڇوڪرن کي پڪڙي راجا جي حضور ۾ پيش ڪيائون. ويچارا ٻارڙا، هڪا ٻڪا ٿي ويا. مزو ته مزي جي

ماڳ، هٿ مور ڳو جند ئي ويئي. اصل منهن جو پنوئي
پڏي وين. پٿر ته سيني تي هنيان. اندر ڪنهن جو
ڪربو، ڪيرتي چٽي سگهيو؟ سڀ اهڙو ڪجهه جهڙي
پت. اهڙيءَ حالت ۾ سچو ڏوهي ڳولڻ مشڪل تي
پيو. راجا وزيرن کي چيو ته هاڻي هنن کي ڇا ڪجي.
وزيرن سس پس ڪري؛ راجا اڳيان اهو فيصلو رکيو ته
هنن حرڪتي ڇوڪرن کي سخت سزا ملڻ کپي. راجا مالي
وزير ڏانهن ڪنڌ ورائي آهستگيءَ سان چيو، ”هرهڪ
ڇوڪري کي هڪ گني سزا طور ڏني وڃي!“ وزيرن جي
عجب جي حد نه رهي. هو دل ئي دل ۾ چوڻ لڳا
ته راجا جا حواس درست نه آهن. راجا سندن دل جو
راز پروڙي چيو، ”منهنجا ڏاها وزيرو! مان بخوبي
محسوس تو ڪريان ته منهنجي فتويٰ اوهانکي نه آئڙي؛
پر اوهين هڪڙو ويچار ڪريو. اهو پٿر جي جمن جي
وڻ ۾ ڪري ها ته هنن نينگرن کي من هڪڙو جمون
نصيب ٿئي ها. جڏهين هڪ خسيس وڻ به ڪجهه نه
ڪجهه امداد ڪري سگهي ٿو تڏهين آءٌ نيٺ به ته
راجا آهيان.“

وزيرن جا ڏند ڄڻ سان لڳي ويا. انصاف جو
هي اعليٰ اصول ٻڌي سندن پيشانيءَ تي پشيمانيءَ
جا گهنج اچي ويا — واهه ڪشاده دلي!

# ٻئي گڏجو.

سنڌ ۾ عام طرح مرد اهو ڀاڪو ڏيندا آهن ته ”زالن جو عقل آهي ڪاٻيءَ کڙيءَ ۾، سو به سنجها ٿينديءَ نڪريو وڃي.“ مرد استري جاتيءَ جو اهڙي نموني اپمان ڪن اها حد درجي جي هلڪڙائي آهي. نه فقط هلڪڙائي پر ڏکدائڪ پڻ.

اڪثر ڪري ڏسبو ته مردن کي پنهنجي هستيءَ تي حد کان وڌيڪ ناز رهندو آهي. مرد سمجهن ٿا ته سندن ڌاران دنيا جو ڪاروبار هلي ڪو نه سگهندو. اهو سچ آهي. پر ساڳئي وقت جي زالون گرهست جيون ڇڏي وڃن ته ڳالهه ئي ٻُڙُ ٿي پوي. استري ۽ پرش سنساري گاڏيءَ جا ٻه هڪ ڪرا ڦيٿا آهن. جي مرد نه ڪمائي ته گهر جو چرخو نه هلي. جي زال گهرو ڪم ۽ ٻارن ٻچن جي پرورش نه ڪري ته هوند مرد منجهي پون. انهيءَ لاءِ ائين چوڻ، ته مرد استرين کان بهتر آهن، سراسر ناداني ٿيندي. عورت ۽ مرد ٻه ساٿي آهن. جيڪڏهين ٻنهي ننڍ وڏائيءَ جو ڀيد

رکيو ته اهو رستو ٺيندو غلامءَ ملڪ جو. آءٌ انهن نه
ٿو چاهيان ته زالون مرد ٿي وڃن. زالون زالون ٿي رهن،
پر کين هڪا آزادي ڏني وڃي. استرين کي تعليم
تربيت کان وانجهو رکڻ بلڪل بي انصافي ٿيندي. جي
ماتا اڻ پڙهيل آهي ته ٻارن جو پالڻ پوسڻ پوريءَ ريت
تي ڪين سگهندو. زالون پڻ پاڻ ئي پڙهڻ سکن. کين
ايترو علم هجي جو هو پاڻ لاءِ سوچي ويچاري سگهن.
پر جنهن ڏينهن زالن مردن کي نقل ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي تنهن ڏينهن سنسار جي زيب زينت جو خاتمو
ايندو. زال ۽ مرس هڪ ٻئي جا همراز آهن، اهو سچ
آهي. پر شخصيت ٻنهي جي نرالي آهي. هر هڪ
گل ۾ پنهنجي خوشبوءِ آهي. هر ڪنهن کي
خدا پنهنجي خوبصورتي بخشي آهي. حياءُ ۽ حجاب
عورت ذات جو ڳهڻو آهن. زالون جي مردن جيان
چڙهيو پڙهيو هلنديون ته دنيا ۾ رنگيني نه رهندي.
اُن جو مطلب اهو نه آهي ته هو جياني گڏيون ٿي رهن.
پر هر ڪنهن کي خود-داري نه ڇڏڻ گهرجي. اڄ ڪلهه
ڏسبو ته مردن بہ زالن جو نقل ڪرڻ شروع ڪيو آهي.
جي پيا نه ته ڪاليجي ڇوڪرا ته استرين جي اعمال
ڪرڻ ۾ ڪوڏيءَ جي ڪسر بہ نه ڇڏيندا آهن.

ٻين ديس کي ڇڏي جي پنهنجي ملڪ جو ويچار

تا ڪريون ته نراسائي تي وڃي. اسان وٽ زالن
لاءِ ڪابه عزت ڪانهي. گهر جي سهڻي سجاوت جو
بوجو پڻ زالن تي هجي. ٻارن پالڻ ۽ نپائڻ جو ڏينگ
استرين کي جهجهو آهي؛ پر کين چوديواري ۾ بند
رکڻ ڪيڏو نه ظلم آهي! مرد زالن کي ’پتي ورت‘
جا وڏا پرماڻ ڏيندا آهن. پاڻ وري هڪڙي زال
اڃا ليبي ۾ پيئي هوندي ته مڱڻ جا پيا سانباها
ڪندا. مان ائين نٿو چوان ته سيئي مرد اهڙا بي وفا
آهن. اڄ به سنتپرشن جي اڻاڻ ڪانهي. ٻيو ڪوئي ڪا
ٿيندي؟ پر سراسر آزمودو ڏيکاري ٿو ته مردن جو
زالن سان ورتاءُ انصاف رو ڪونهي. پٽ ڄمندو ته
واڌايون وري وينديون؛ وڏا جشن ٿيندا. پر جي ڌيءَ
ڄائي ته رڌل ڪُنا به لهي ويندا. اهو ڇا ٿو ڏيکاري؟
اهڙي برائي ڪير برداشت ڪري سگهندو؟ انهيءَ
به اَڪيائيءَ وڏو ٻارڻ ٻاريو آهي. اڄ استريون جاڳيون
آهن. هو چاهين ٿيون ته ساڻن هڪجهڙي هلت ڪئي
وڃي. مردن کي به سندن حق شناسي ڪرڻ کپي.
زور زبردستيءَ جو زمانو اڄ ڪونهي. ڏاڍ ڏمر مان
هينئر ڪجهه نه ورندو. استرين ۾ هينئر اڳيون اند
وشواس ڪونهي. جي مرد ديوتا آهي ته زال ديوي
آهي. گرهست جيون لاءِ ٻئي ضروري آهن. ٻنهي

جو در جو هڪڙو هنڌ گهرجي. جي مرد دباءُ کان ڪم وٺندا ته پنهنجي لاڪ لهرائيندا. جي هو باز نه آيا ته زالون زبردست بلوو ڪڙو ڪنديون، جنهن ۾ مرد جاتيءَ کي هار ڪائي ساڳيا عذاب سهڻا پوندا، جي اڄ زالون ٿيون پوڳين. تنهن کان سهڻو اهو ٿيندو ته ٻنهي گڏجي ڪير ڪنڊ ٽي وڃو، هڪ ٻئي جي قدر شناسي ڪريو، جنهن ۾ گرهست جو نيتارو ٿيندو، جڳت جو اُڌار ٿيندو.

## تنهنجو پلو ڪري پڳوان!

ڏيئي ٻرئي جي مهل هئي. اڪيلو هوس. گهمي ٿي موٽيس. اچا ٻاهريون رستو طيءِ ڪري شهر جي وسنديءَ ۾ پير ڌريم ته پريان هڪ فقير پاٺي ٻاڪار پيندي ڏٺم. سندس وات مان هر هر ساڳيوئي جملو نڪري رهيو هو، "بابا! تنهنجو پلو ڪري پڳوان." آهه ۾ اثر هو؛ سندس ويجهو ٿيس. ساڳي دل- چير صدا جاري هئي. سندس منهن مان بيڪسي ظاهر هئي. ڪلهن تي هئس هڪ ابهم آرامي. ويچاريءَ جي لڱن تي ليڙون هيون. هٿ ۾ هئس وڏو ڪٽورو، جنهن ۾ شايد ڪو مانيءَ ٽڪر هو. سندس حالت بيشڪ قياس جوڳي هئي. وار چڙيل- ڪپڙا ميرا، سي به ليڙون. مون ٿڌو شوڪارو ڀري چيو، "پڳوان! تنهنجا رنگ نرالا آهن." سامهون جبل جيڏين اتاهين جاين ۾ رنگ برنگي بتين جي جهرمر ڏسي منهنجي ڇهري تي هلڪي پر دکوندي مرڪ ڊوڙي آئي. سامهون محلات، پر هن ويچاريءَ لاءِ جهوپڙي به ڪانهي! هٿ ڏس ته طرح طرح رنگن جون بتيون هڪ جاءِ جي رونق وڌائڻ لاءِ چمڪي رهيون آهن، هوڏانهن هنن غريبن جي دنيا ۾ چوڌاري تاريڪي ۽ رڳي تاريڪي. سندن سياه

ٻيوٽ ۾ اميد جي هڪ لاٽ ٻرندي ٻلي. دل چيو، هندستان غريب ملڪ آهي. ڀارت جا اهڙا لکها ٻچا اهڙين ئي ابھي ۽ ٻکين پيٽ پلندا هوندا. غلام ملڪ جي حالت اها نه ٿيندي ته ٻيو ڇا؟ دماغ اهو دليل ڏئي اڳتي وڌيو، پر دل کي آرام نه آيو. وري ٻيو خيال جاڳيو. اهو برابر آهي؛ اسانجو ملڪ غلام آهي. اسانوٽ ڌاريو راڄ آهي انڪري اسانجا هندواسي بک تا مرن. پر ذرا هنن بي ترس شاهوڪارن جو ته حال ڏسو! ملڪ ماتام ۾، هو الولين ۾. غريبن وٽ پيٽ ٽڪر ڪونهي، پر هو عيش ۾ الوٽ. پيلي دنيا وارا! توهان ٻه ڪڏهين اهو آواز ”تنهنجو ڀلو ڪري ڀڳوان“ ٻڌو آهي؟

اڙي يار! ٻڌاندا ڪيئن نه هوندا. پر اوهين ڪنايو جو؟ اوهان جو ڪڏهن دک ڏٺوئي ڪونهي ٻوءِ اوهانکي ڪهڙي ڪل ته هنن مسڪينن جي سر تي ڇا ٿو گذري؟ تڏهن ٻه او شاهي محلن وارا! ڪجھه ته ترس ڪريو. دکين لاءِ درد سيکي سيکائي. خدا اوهانکي ڌن ڏنو، دولت ڏني آن لاءِ ته اوهين هوند مون کي ڪندا. اوهان وٽ جو ان آهي، اهو غريبن جي امانت اٿو. امانت ۾ خيانت نه ڪريو. منيون کوليو. ڪنهن دکي دل کي ڏڍ ڏيو. فقير اميرن جي درن تي ويندا آهن. اوهين هوند وارا آهيو. او محلن وارا! ڀڳوان توهانجو ڀلو ڪندو.

# اڳ - هاڻي - اڳتي.

ٻَگل دل،

تنهنجي ذات.

منهنجي جيوت جي جوت،

اڳ ڪي وسارڻ جي ڪوشش ڪريان ٿي ڪيترو ئي تو ٻر وساري نٿو سگهان. اڄي، مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي، چوويهن ڪلاڪن ۾ چار دفعا نه ڳڏبا هئاسين ته آرام نه ايندو هو. جي ڏينهن سڄو گڏ گذرندو هو ته به رات جو جدا ٿيڻ لاءِ دل چيو نه ڪندي هئي. ڪم ڪيترو به ضروري ڇو نه هجي، ٻر ملاقات لاءِ موقعو ضرور ميسر ڪندا هئاسين. مونکي ياد نه آهي ته مون ڪو ڪڏهن پيرو ٻڳو هجي، نه وري توني ڪڏهن وارو وڃايو هوندو. بعضي ته وات تي ئي گڏجاڻي ٿيندي هئي ۽ ٻنهي جي منهن مان ساڳئي وقت نڪري ويندو هو، "مان تو ڏانهن پئي آيس." مان مشڪندو هوس ته تون کلندو هئين. تون کلندو هئين ته مان نچندو هوس. تنهنجي خوشي منهنجي

جان کي ٻيٺو ڪندي هئي. مان رئندو هوس ته تون سڏڪن ۾ پئجي ويندو هئين. جي تنهنجي منهن تي ڪا مايوسي ڏسندو هوس ته دل گهٻرائجي ويندي هئي.

ڪٿان ڪا شيءِ ايندي هئي ته اول چپ نه چوريندو هوس جيسين تون سڳن نه ڪندو هئين. وٽ وٽس ورتائيندا هئاسين ته گڏجي. ٻئي ٽئين ڏينهن ماني گڏ نه کائون ته دل تي جهڙ بار تي پوندو هو. تون بيمار پوندو هئين ته مان تنهنجو پاسو نه ڇڏيندو هوس. جي مان ڪٿ داخل ٿيندو هوس ته تون طرح طرح جي نمونن سان مونکي وندرائيندو هئين.

جي ڪم نصيبان ڪيڏانهن ٻاهر ٻند پوندو هو نه من بي قرار ٿيندو هو. هڪ نه ٻئي ڏينهن پيو خطن جو ڦهڪو پوندو هو. اهي خط ته نه ٿيندا هئا پر دفتر پرجي پوندا هئا.

ڳڻتي ڪيتري ٻه چونه هجي، جي توکي ڏسندو هوس ته منهنجا ڪل غبار غائب ٿي ويندا هئا. وري جي توتي ڪو گوندر گهيرو ڪندو هو ته آءٌ اُن کي پنهنجي همدرديءَ جي هٿيار سان هٽائي ڪيندو هوس. مطلب ته جي پيار مون وٽ هو ته قرب جي ڪمي تو وٽ به ڪانه هئي. مان ته ڪيترن وقتن تي ٻاٽ وساري وهندو هوس. "تون" ۽ "مان" ۾ ڪو

ڇانوت رهندو ئي ڪونہ هو. جي تو ڪيو تہ ڇا جي
مون ڪيو تہ بہ ساڳي ڳالهہ. تڏهين مان سمجهندو هوس
تہ مون جهڙو سنسار ۾ سکي هوندو ئي ڪونہ. اڪيلو
تيندو هوس تہ تنهنجي يادگيري منهنجو ساٿ ڏيندي
هئي. مان مرڪندو هوس، کلندو هوس، ڪڏندو
هوس- ڪا پرواه ڪانہ تيندي هئي. ماڻهو چوندا
هئا تہ هاڻي وڏو ٿيو آهين. ڪجهہ ڳورو ٿيءُ، گنڀيرتا
سک. پر مان اهو ئي الڙ. منهنجو سياءُ سادو- دل
۾ محبت جو مچ، ٻوءِ پرواه ڇا جي؟ سدائين مستيءَ
۾ رهندو هوس. ڪو بہ اُلڪو ڪونہ هئو. جڳ
ريسون ڪندو هو. سيئي چوندا ها تہ دوستي تہ
هنن جي. توکي ياد آهي اونهاري ۾ ڪيئن نہ ٻہ
ٽي اُنب ڪٽي هلندا هئاسين واه تي سنان ڪرڻ لاءِ.
نويڪلي گهاٽ تان لاٽ پوندا هئاسين ٻئي اڪيلا.
مان چوندو هوس "شل دنيوي درياه ۾ بہ هميشه
گڏ ترون ءَ تڙڳون!"

تون وري معنيٰ پڇيءَ مرڪ سان چوندو هئين
"شل ائين ٿئي" مان تہ سمجهي نہ سگهندو هوس تہ
هيءَ هڪ ٻئي لاءِ تات ٿئي ڇو ٿي. سؤ دفعا اهو
سوال اُٿيو هوندو، پر مان هر دفع لاجواب ٿي ويندو
هوس. پلا سنبهہ بہ ڪو سوالن سان سمجهڻ جي چيز

آهہ؟ اهي ڏينهن، اهي ٻڌاءِ مونکان ڪيئن وسرندا؟
اَڄ بہ گھمان ٿو پر اڪيلو. اَڳيان گھٽ گھمندي دل
تي تنهنجي يادگيري نئين سر تري اچي ٿي. اَڄ تون
مان ڪيترو نہ ويجھو آهيون. اَصل جڻ گڏ ٿا رهون،
پر حقيقت ۾ آهيون ڪوهہ پري. اَڄ اَڳين پريت ڪانهي.
هڪ ٻئي لاءِ اها تات ڪانهي.

اَڳ جن ڳالهين جي پرواهہ نہ ٿيندي هئي. اَڄ
انهن خسيس باتين کي دهرائي هڪ ٻئي مان وڏون
۽ ويڪون پيا ڪڍون. اَڳ اسانجي سيني ڪارروائين
تي پريم جو پڙدو چڙهيل هو، اُن ڪري ڪوبہ عيب
ثواب نظر نہ ايندو هو. مان پنهنجي لاءِ چئي سگهان
ٿو. اَڄ بہ خاطريءَ سان چئي سگهان ٿو تہ تو لاءِ سڪ
هاڻ بہ اَٿم. هاڻ بہ تات ٿيندي اَٿم تہ توسان ملان.
بلڪ تنهنجي در تائين اَچي ورِي موٽي ويندو آهيان.
چوندو آهيان تہ متان ٻي ڇڪي ڇڙب نہ ملي.
منهنجو مزاج نازڪ. دل منهنجي ڪمزور، هڪ کهرو
لفظ بہ سهي نہ سگهي. سوئي هڪ دوست وٺان، جنهن
کي مان يار غار سمجهندو آهيان.

اَڄ تون مان جڻ هڪ واهہ جي ٻن ڪنارن تي بيٺا
آهيون. اُهو واهہ آهي ويڇن جو. تون مونکان پري،
مان توکان دور. مان تہ يار ان هيبتناڪ واهہ ٽپڻ جي

سچي ڪوشش ٿو ڪريان، پر افسوس اِهو درياءُ ڏِسي بدن وچي پيو ويڪرو ٿيندو. تڏهن ڇا هينئر آسان جو ميلاپ نه ٿيندو؟ پريت جي اِها ٽُٽل تار وري نه ڳنڍبي؟ ڇا هاڻ هينئر عمر ڀر اِئين وڇڙيا رهنداسين؟ نه ... نه مونکي ته آرام نٿو اچي. منهنجو منت وڏي ٿو پوي. منهنجي جيوت مان مزو موڪلائي ويو آهي. مان موت لاءِ آتو آهيان، پر ان کان اڳ خواهش اٿم ته توسان هڪ ڀيرو ڪر پايان. تنهنجون ٻانهون منهنجي ڳلي ۾، منهنجون تنهنجي ۾ هڪ دفعو وري پون پوءِ پل انتها اچي؛ مان خوشيءَ سان قبوليندس. اڄ ته يار ان واه کي ويسر جي واريءَ سان لٽي نٿين سر نينهن نڀاهيون. نه ته تون به تري اچ مان به اچان، ٻئي گڏجون. هڪ دفعو ئي سهين. پر جي توکان نه ٿو پڄي ته مان ٿو اچان. مان ان واه جي وهڪ کي چيري تو وٽ ايندس. پر تون به گهٽ ۾ گهٽ ايترو ته چؤ "ڇاڻ آئين". تون به ڪجهه ته ڪشش ڪر. منان هٿڙا هڻندي واٽ تي ئي نه وسامي وڃان. پوءِ حسرت رهجي ويندي. دل تان اهو داغ ڪڏهن نه ڌوپندو. مون کي اهو ڪندو ڪٿي به سڪ سمهڻ نه ڏيندو. هيءَ حياتي ته ڇا پر آئينده جيوت ۾ به آرام نه ايندو. هي اٿي منهنجي پڳل

دل ڀڄا ورلاءِ. ٻڌاءِ توکي رحم نہ ايندو؟ تون نہ
ايندين، اصل وساري وھنديئن؟ واجب نہ نہ آھي.
وري بہ مرضيءَ جو مالڪ آھين. تنھنجي خوشي،
منھنجي خوشي. جي تون راضي تہ مان اڪيلي خوش.
وري بہ ويچار ڪر. ڪجھہ ترس ڪر. ھاڻي نہ نہ
اھڙين لويت جي صدقي، اچ تہ وري ڪٺا جيون. اھا
آھي منھنجي نماڻي آرزو. قبول ڪرڻ تہ ڪيئي.

انتظار ۾،

تنھنجو.

# منهنجا پيارا خط.

ڪو وقت هو، منهنجي دل ۾ طرح طرح جا ويچار اُٿندا هئا. ڪئين دفعا خودڪشيءَ جو خيال آيو. چوڌاري نظر ايندي هئي اونداهي ۽ نا اُميدي - اُن وقت مون هي خط لکيا جي هر هر پڙهي پيو پاڻ پرچائيندو هوس.

مونکي ڪٿي شانتي ملي. منهنجي جيوت جي آڪاس ۾ اُميدن جو نئون سورج اُڀريو، جنهنجي چمڪي ڪان اڄ اندرين اونداهي ڪٿي آهي - پر اڄا..........

## پتر ڀڄيون.

ٽُٽل ڦُٽل دل،
ڪوڏر ۽ گهوڙي.

منهنجا آسرا،

ڪيترا لڳا خيال آيم ته تو در ڊوڙي اچي دل
جو سور سليان. پر ڪمزور بدن ۾ سگهه نه ساري ورهي
ويهي ٿي رهيس. منهنجا ڪرم ڪچڙا مان اچان ڇا ٿي؟
پير نٿي نه پوءِ ڊوڙان ڇا سان!

دنيا درگذر آهه. ڏکن پنيان سک ايندا. ائين
چئي پئي پنهنجي ئي چئيءَ دل کي پرچايم. پر دل
ديواني، ويچاري ڪري سو ڪري ڇا؟ هڪ هجي
نه جٽن تٽن، هت ته بي ڪنار مهراڻ ۾ آهن غوطا کائيندا.
انساني دل جيتري طاقتور آهي اوترئي وري ڪمزور؛
جي پنهنجيءَ تي اچي ته درياءَ به ٽپي وڃي، پر جي
ڏڏي ته اڌ ٻه ڏ اورانگهي سگهندي. پوءِ ڏڌهن هي
دل جو قصور چئبو. پر ائين ڪيئن ٿيندو؟ ڪير
چاهيندو ته آءٌ ڪريل هجان؟ ڏڌهن ان تنزل لاءِ تلاهي
ڪير؟ ڪارڻ ڪي سبب آهي ئي آهي. جاچ پڙتال مان
پتو پوي ٿو ته ڪرم منهنجا ئي ڪچا آهن. آءٌ گنهگار
آهيان اهو آءٌ به قبوليان ٿي. اگهه به اهڙي قبوليت
عرض رکيي اٿم. تنهن جي در تي اگهه به آئي آهيان.

هڪ نه، پر گهڻا پيرا. پر افسوس، تون دلبر! مونکي
ڏسي در ڪٽي بيٺڙيو ڇڏين. اهو سچ آهي، مان
غريب آهيان، مسڪين آهيان. مون وٽ اهڙو ڪجهه نه
آهي جو تنهنجي پيٽ ڪريان. منهنجو پلاند هميشه
خالي رهي ٿو. نه...... نه آءٌ پليس پلءِ منهنجو به پريل
آهي، پر گناهن سان. منهنجي پيٽ اتيئي اهي بدافعال،
قبول ڪر سائين؛ اهي توکي قبول ڪرڻا ئي پوندا. مون
وٽ شرڌا آهي، پريم آهي. اهي وڏي وشواس سان
چرنن ۾ رکان ٿي پنهنجا ڪڌا اعمال. ليڪن اف!
منهنجي آهن ۽ صدائن جو اثر ٿئي ئي نٿو. مان عرض
ڪريان ته تون منهن مٿائي ڪٽي ٻئي طرف ڪرين.
ڏوهارڻ آهيان برابر. پر نيت به آهيان تنهنجي. تو سواءِ
ٻئي پلا پيو ڪير ٻڌندو؟

دانهن ڪرڻ برابر انساني مرڪ نه آهي. شڪايت
يا گلا منهنجي منهن تي جڙي نٿي. پر مان ڇا ڪريان؟
جا آهه چپن تائين اچي ويئي، ان کي مان روڪي نٿي
سگهان منهنجا مالڪ.

توکي رسڻ جڳائي نه جاني. پل پنهنجي ڏمر سان
ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏ. مان نابود ٿيڻ لاءِ تيار آهيان.
ليڪن سنڌ رساڻو سهڻ منهنجي قوت کان ٻاهر آهي.
مار پلي پر وسار نه. ڏک پلي ڏي پر ڏاهو ٿي، ڏهاڳ

نه ڏج. ٻيلي ٻڌ، ضرور ٻڌ، هڪوار ته ٻڌ. هي پراشچت منهنجو سويڪار ڪر. مان تنهنجي ٻانهي. تنهنجي پيرن جي پٽي.

مان، منهنجا سوامي مان آهيان تنهنجي،

مان جنم جنم جي داسي.

ڀٽو ڀيو.

وقت — ڪيٽر،
آسا — پرڀات.

پراڻ ڪان پيارا،

لڙندي لڙندي ٿڪجي پيس- مون ڀانيو ڪوشش
ڪندس ته هارايل ملڪ موٽي ملندو. پر مان ڪهڙو
نه پاڳل آهيان! ويا به ڪڏهين واپس وريا؟ جا شيءِ
هڪوار هٿون ويئي ته انجووري هٿ اچڻ مشڪل آهي.
اُن اُڻ تڻ ۾ هوس ته پريان تورو پرڪاش پرگهٽ ٿيو.
منجهيل ست سمجهڻ ۾ آيو. رڳن ۾ دوباره خون
جو دورو چالو ٿيو. مرده جسم ۾ نئين جان آئي. دل
چيو مشڪل آهي ته پوءِ ڇا؟ ممڪن ته آهي. پر توڙي
ناممڪن هجي، اڻ ٿيڻي کي ٿيڻي ڪرڻ کو انساني
طاقت کان ٻاهر آهي ڇا؟ آءٌ وري ٻانهون ڪنجي آخوين
آشا پريءَ يڌ لاءِ تيار ٿيس. هن دفعي مون سمجهيو
ته سوڀ پڪ ٿيندي. سو لڙيس، خوب لڙيس. پنهنجي
ڪلي ستا سان زور آزمائي ڪيم. پر اُف! ايتري
جدوجهد ڪانپوءِ به نتيجو؟ افسوس ڪيئن چوان...
نتيجو هار نڪتي. منهنجي سڄي بدن مان خون
چلتي رهيو هو. مون جسمي ڪلڻ جو ڪو سانگو نه
رکي سرجي سٽ ڏني ته من ڪو اندر جو آنند پراپت

ٺئي، مگر موت اچها اها ملي. منهنجو آشا- مندر هن هار جي هڪ جهوٽي سان اچي پٽ پيو. بس. مون ڇيو وڏيڪ اُميد رکڻ اجائي آهه. مون آزمايو گهڻو آزمايو. هاڻي گهڻو ٿيو. ائين چوندي چوندي دل پرجي آيم. مون روب رکي ڇيو پرواهه ناهه. پر دل کي ڌت ڪرڻ سولو نه آهه. سوئي ڦٽي دل وهڻ کان سواءِ ڪٿي ٿي وهي. اڪين مان آب اُڇلون ڏيڻ لڳو.

ڪوريئڙو جار ۾ ڦاٿو. هن ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر جيئن تي پرشارت وڌائين تيئن ويو تي وڏيڪ ڦاسندو. پوءِ اُن ۾ ڪوريئڙي جو ڏوهه ڪهڙو؟ هن ويچاري واجهه نه گهٽائي وڌا، پر ڪو واهر ڪرڻ وارو به هجي نه. مون گناهه ڪيا. مان اند جي گهوڙي تي هوس. ڪڏاين جي قفس ۾ قابو هوس. اوچتو جاڳ ٿي. مون آزاد ٿيڻ لاءِ پاڻ پٽوڙيو. پر ويس وڏيڪ وڪوڙبو. هاڻ مان ڇا ٿي ڪري سگهيس؟ مون لاءِ ڪا به اُميد ڪا نه رهي. چوڌر اونده ءِ اونده- منهنجي آڪاس- دل تي ڪارا ڪڪر ويا ٿي مڙندا. اڳ جتي ٿوري اجاڻ هئي اُها به ڪارنهن ۾ ميٽجڻ لڳي. مطلب ته هاڻي ڪٿي به چتائي ڪا نه رهي. رڳو اندارو ءِ اندارو- جيڏانهن نهار اوڏانهن ڪاري ٻاٽ.

سياهيءَ جي انتها اچي ويئي. رهي کهي همت به هار جي ويئي. مان موت لاءِ تيار ٿيس. مون ڇيو هيءَ سراسر بي انصافي آهه. جتان انصاف جي اُميد ڪانهي اُتان رحم ڏوڙ ملندو. سموري سڌ ٻڌ يلجي ويس. مون ڇا ٿي ڪيو اُن جي ڄاڻ مونکي نه رهي. ٿوري ٿوري خبر پيئي ڇو نه ٿي. پر آءٌ ويس ٿي هڪ وهڪ ۾ وهندو. منهنجي اکين تي اونده جو پڙدو اچي ويو. سهي سهي ماٺهو ڪڪ ٿيو پوي. آخر به تڪليف ڪي ڪا آخر آهي يا نه مون ڇيو. جيئن تڏ تيئن وڌ. منت منت ۾ دل ويئي ٿي وڌيڪ وهلور پوندي. لڳا تار ان حالت ڪانپوءِ مان هڪ دفع اُڪي ٻهي رهيس. منهنجو وات بند ٿي ويو. مون ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سگهيا چپ ٿي ڦڙڪيا. آواز اُڪليو نٿي. آهستي آهستي اُها چپن جي حرڪت به روڪجي ويئي. مونتي عجيب مستي غالب هئي. آءٌ نيم بيهوشيءَ ۾ هوس. آءٌ نه تو چئي سگهان ته اُن وقت الاجي ڇا ٿيو. پر اُن وقت مونکي اها سڌ پيئي نه روشني اونده مان ئي اُٿين ٿئي ٿي. تمام ڪارنهن ڪانپوءِ ئي پرڪاش اچي ٿو. اهو پتو مونکي اُن وقت پيو. منهنجي اندرين آسمان تي جا سياهه سياهه بادلن جي سينا سوار هئي، اُتان اُنوقت هڪ چمڪات آيو ۽

اُن سان ڳالهه [illegible] طبيعت ٺرڪندو به ٿيو. منهنجا نشا
لٿي ويا. بيداري سيتلتا جو راڄ هو. اُن چلڪ هڪ
شانتي - مندر ۾ اهڙي پيدا ڪيو هوس. اُنڌي ۾ هلڪي
هلڪي هير هلي رهي هئي. منهنجا نيڻ ڳري پيا.
منهنجي اندر ۾ آنند جي لهر هلي. هڪ ٿڌو ساهه ڀري
اُن وري اُهو منوهر نظارو ڏسڻ لڳي ويس. منهنجي
اکين تان اهي پڙدا ڪارا هاڻ غائب ٿيڻ لڳا.
مون هيئنئر سمجهيو - ڪرمن جو ڦل اوس ملي ٿو.
گناهه ڪري پوءِ رحم لاءِ پاڏائڻ ڪهڙو منطق آهه؟
ڏوهيءَ کي ڏنڊ ڏيڻ عدل انصاف جي بهتريءَ لاءِ
بلڪل ئي واجبي آهه ۽ اهڙي سزا ملي به ضرور ٿي.
البت ايترو آهي، ڪوشش سان ڏکئي کي آسان ڪري
سگهبو. پر جي ڪجي ته سهجي به مڙس ٿي. هيءَ
دنيا گيدين لاءِ نه آهي. ڪمزورن لاءِ جهنم ۾ به جاءِ
ڪانهي. اهو سڀ مون اُن ڏينهن سمجهو. مون کي
معاف ڪج جاني! مون ناحق تو جهڙي دلبر دوست
جي سچائي ۾ شڪ آندو. افسوس مون تنهنجي لاءِ
اهو ڇچو ڇيو جو مون کي ڇوڙي نه ڪيندو هو. تون به
ڀلا ڪو بيوفا ٿيڻ وارو آهين؟ لعنت هجي تو تي او ناخلف
زبان! تو پريت جي ريت نه سڃاتي. ڏک ڏيڻ ئي ته
محبت جون مهمانيون آهن. اهائي ته آزمائش آهي.

انئين برابر آهي، آءٌ ان امتحان ۾ نا پاس ثابت ٿيس. تڏهين بس هميشھ مونکي ٽولي کو حق کونھي. بيمندڪ ناهي. پر مان ٽوکي ڇڏي ڪيئن سگهندس؟ تو سواءِ منهنجو لحظو لحظو سال ٿيو پوي- پوءِ مان هي هميشھ لاءِ وڇوڙو وره وارو اهو ڪيئن سهي سگهندس. نه ـ نه مونتي احسان ڪر- ڏاهو ٿي منهنجي اوطاين تي اک پوت ڪر. نه نه منهنجو ڇنڊ محال آهه. مون کي پنهنجي چرنن ۾ جاءِ ڏي. سائين!

مان تنهنجي ياد ۾.

پنو ٽيون.

ماڻار منزل،
گهرج - گهڙي.

اَن داتا،

منهنجو خالي پلاند... خالي اُهو تو بن پلا پيو کير پرينډو! مان پنهنجي قاتل پراڻي پهراڻ جا ٻئي پاسا پنهنجي ڏيرن هٿن ۾ کري ايندس تنهنجي در. من بيو نه ته کو سکو ڀِيو ئي نصيب ٿئي. مون لاءِ اُهو کوڙ آهه. تنهنجي در جو اُهو پاروٺو پارچو به مون لاءِ نعمت ۽ غنيمت ٿيندو. پر جي اُهو به نه مليو ته کو اُلکو کونهي. مان ته الک جڳائيندس. پوءِ بکيا ملي يا نه، اُنجو کهڙو خيال؟

تو در سيئن هٿڙ منهنجي لاءِ فخر آهه. مون کي پڪ آهه کنهن نه کنهن وقت ملي پوندو. اڄ نه ته سڀاڻ. جو جنم داتا آهه اُهو ئي اَن داتا آهه. ٻئي اڳيان هٿ ٽنگڻ مونکان پڄندو ڪيئن، جڏهين جاڻان ٿي ته اُهي خود پينو آهن. پر ڪيئن به جو راز محرم آهه راز ان کي ئي سلجي. پيا ٻڌندا جا چوندا. کلندا - ٺٺوليون ڪندا. اُن ۾ منهنجي گهٽتائي ٿيندي. اُن کان وڌ تنهنجي گلا ٿيندي جا مون کان سٺي نه ويندي. مون کي پل ڪجهه نه ملي. پل مان مري چونه وڃان، پر

ٻنهي جي ڇائنت تي قيام نه ڇڙهندس. توکان سواءِ سائين آءٌ ٻئي وٽ ويندس ڪيئن؟ ڪٽي ٻيا عنايت ڪن ته ٻين وٽ وڃبو ڪيئن؟ تنهنجي در ٻاهران مان ٻيئي هجان ۽ پلاند هڃيم هٿن ۾ پوءِ خالي ئي سهين مون لاءِ ڇا اها ڪا گهٽ غنيمت آهي؟ مونکي اُن تي ناز آهي. منهنجا ڏن ياڳ آهن.

مان تنهنجي در تي،

بيڪار ط.

نوٽ:- پهرين خط ۾ مونث، ٻئي ۾ مذڪر، ٽئين ۾ وري مونث ڪتب آندو اٿم- ائين ڇو؟ ان لاءِ مون وٽ ڪو به جواب ڪونهي.

**الوداع!**

---

Printed by Mr, Hiranand Karamchand at the
Hindustan Printing Works Kemball Road Karachi
& Published by Mr. Gobind L. Bhatia
Metharam Hostel, Kararhi,



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488